كتاب جو نالو: مون سي ڏنا ماءُ

ليکڪ: فقير منٺل مسرور

ٽائيٽل ڊزائن: سعيد منگي

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ: آصف نظاماڻي

ڇپيندڙ: پوپٽ پرنٽنگ پريس مال روڊ خيرپور ميرس 0243-552913

ڇپائيندڙ: بيدل يادگار ڪاميٽي - روهڙي سنڌ.

ملهه: -/150 رپيا

رابطي لاءِ:

اختر درگاهي

سيڪريٽري

بيدل يادگار ڪاميٽي

درگاهه بيدل بيڪس روهڙي

# سناءُ

# پنهنجي پاران

– "مون سي ڏنا ماءُ". فقير مٺل مسرور جي لکيل انهن سوانحي خا تي مشتمل ڪتاب آهي جنهن ۾ پنهنجي وقت جي ناميارن درويشن، فقيرن، بيدل سائينءَ جي عقيدتمندن ۽ بيدل سائين جي خاندان سان لاڳاپيل شخصيتن جو ذڪر آهي.

– هن هيٺ آيل سمورن درويشن ۽ فقيرن جو درگاهه بيدل بيڪس روهڙي سان گهرو تعلق هو. هُو بيدل سائين ۽ بيڪس سائينءَ جا وڏا عقيدتمند ۽ اڪثر درگاهه بيدل بيڪس تي حاضري ڏيندڙ هُئا.

– فقير مٺل مسرور، بيدل سائينءَ جي وڏي معتقد ۽ پنهنجي وقت جي وڏي شاعر، اديب، عالِمَ فقير غلام علي مسرور جو فرزند آهي. ننڍپڻ کان درگاهه بيدل بيڪس سان سندس نينهن جو ناتو آهي. مٺل مسرور سُٺو ليکڪ، شاعر ۽ راڳي آهي. هن کان اڳ سندس شايع ٿيل ڪِتابن ۾ "ڪلام فقير محمد محسن بيڪس فوائد المعنوي" (اردو ترجمو) شامل آهن. جڏهن ته پاڻ هر سال بيدل سائينءَ جي ساليانى عُرسَ تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۾ نئون نڪور مقالو/مضمون پيش ڪندو آهي ۽ سندس اهڙا مقالا ڪِتابي سلسلي بيدل ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.

هي ڪتاب ان حوالي سان به اهم آهي ته هن ۾ آيل بزرگن ۽ فقيرن جو احوال پهريون دفعو شايع ٿي رهيو آهي. اهي شخصيتون جيڪي پاڻ به پنهنجي وقت جون ناميارين فقيري شخصيتون هيون، هُو فقير به هيا شاعر به هيا ته راڳي به.

خاص ڳالهہ تہ مٿل مسرور سنڌن احوال ۾ انهن جو درگاهہ بيدل بيڪس سان تعلق، درگاهہ تي اچڻ وڃڻ ۽ انهن جي ڏينهن. عُرس مُبارڪ جو اکين ڏٺو احوال پڻ شامل آٽي ڪيترائي اڻ ڏٺا واقعا قلم بند ڪيا آهن جيڪي تاريخ جو اهم حصو آهن.

- هي ڪتاب خود بيدل سائين ۽ بيڪس سائين جي سلسلي ۾ تحقيق ڪندڙن لاءِ هڪ اهم حوالي طور بہ ڪم ايندو.

## شڪريو

بيدل يادگار ڪاميٽيءَ سان مالي سهڪار ڪرڻ تي سنڌ جي ثقافت ۽ سياحت کاتي، ڪمشنر سکر محترم عباس بلوچ، ڊپٽي ڪمشنر سکر محترم شهزاد فضل عباسي ۽ ميونسپل ڪاميٽي روهڙيءَ جي انتظاميہ جو بيحد شڪريو ادا ڪجي ٿو. ۽ پڻ هن ڪتاب کي سهڻي نموني شايع ڪرڻ تي محترم دوستن قربان منگي، امر اقبال ۽ آصف نظاماڻيءَ جو ٿورو ميون ٿا.

- آگسٽ 2015ع

**اختر درگاهي**
سيڪريٽري
بيدل يادگار ڪاميٽي.



# سنت نيڀراج مست

مالڪ حقيقيءَ جي ٽڪوين جي پروڙ تمام پيچيده آهي. جيڪا فقط ڪِتابي مطالعي ذريعي ڪنهن بہ حالت ۾ نہ ڪي واضع ٿي سگهي ٿي، نہ ڪي وري اصلي حقيقت تائين رَسائي ٿي سگهي ٿي. فقط الله لوڪ درويشن جي صحبت ۾ سندن نِگاهہ ـ فيض، قرب ۽ ڪرم سان، ادراڪ ۽ مشاهدي جا دروازا کُلي پوَن ٿا ۽ اثبات جي پالوٽ ذريعي سڀ ڪجهہ حل ٿي ويندو آهي. هِنَ رمز جي روشني صرف تصوف جي ضمن ۾ ئي صحت مند ۽ خاطر خواهہ نوعيت سان موجود آهي.

سُٽايائون سنگ ڪي ـ ڳالهيون سنديون ڳُجهہ
لاهوتين ڪي ڪا هُئي ـ لُونءِ لُونءِ اندر لُجهہ

(حضرت بيدل قدس سره)

ذڪر ڪيل ضمن ۾ عام ماڻهن تي مونجهارو ان ڪري وارد ٿيندو آهي. جو اُهي رنداني راز کان بيخبر هوندا آهن. اِهو بہ هڪ سبب آهي، جو ماڻهو پنهنجي پر ۾ الله لوڪ درويشن لاءِ پاڻ وٽ ڪا صحتمند راءِ نہ رکندا آهن.

آڏو تي اثبات جي ـ مُرڪيون ڪن مقال
هُو ٿہ وڃي پهتا حال ڪي ـ ماڻهن ليکي محال

(حضرت بيدل قدس سره)

هن باب ۾ پاڪ پيغمبر عليهم السلام کان وٺي. ولي الله ۽ الله لوڪ درويش، جن ۾ سالڪ ۽ مست بہ شمار ڪيل آهن. سي پنهنجي مشاهدي ۽ تقويت قلب وسيلي، شائقن ۾ خفي ۽ سري اسرار سرعت ڪري وٺندا آهن. انهن جو خاص طور تڪوين جي باطن سان واسطو رهندو آهي. هِنن جو دنيا جي ظاهري معاملات سان تعلق گهٽو ڇڙو رهندو آهي. اِهڙن درويشن کي خاص ڪري مست ۽ سرمستُ

ٻ چئبو آهي. اِنهن مان جيڪي دنيا جهان جي ڪاروبار ڪي مثبت طور هلائڻ سان واسطو رکن ٿا. انهن کي سالڪ درويش چيو ويندو آهي. جيڪي پنهنجي طبعي نفي ڪنديءَ ڪثرت ۾ وحدت جي تصور کي خصوصي اهميت ڏيندا آهن.

جوڳين ڪندا جُڳ ـ ٻڪَ وڏائون ٻُگرين
طلب نہ رکن طعام جي ـ اوتيو پيئن اُڃَ
سامي جهاڳي سُڃَ ـ وَسنوَ کي ويجهو ٿيا

(العل لطيف قدس سره)

موجوده مضمون ۾ سکر روهڙي جي هڪ انوکي انمول مستُ شخصيت درويش بابا نيبراج متعلق ڪجهه فقرا لکي قارئين آڏو پيش ڪريان ٿو.

چالي عجب نرالي مستن جي هر مِلت کان
حالي سي خود خيالي ـ جيئري بَرِي جڳت کان

(فقير مسرورعليہ رحمت)

ليکڪ ڊاڪٽر ديال آشا، سال 1986ع ڌاري انجلي پرڪاش الهاس نگر 5 مان ڪِتاب "سنڌ جا سنت" بيو ڀيرو ٻہ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ذڪر ڪيل ڪِتاب جي صفحي 190 کان مست فقير نيبراج متعلق ڄاڻ ڏني آٽس جيڪا پڙهندي ڪجهه قدر مغالطي سان دوچار ٿيڻو پيو آهي، ان ڪري منهنجو موجوده مضمون ڪجهه قدر نوعيت تبديل ٻہ ڪري چُڪو آهي.

ڊاڪٽر ديال سائين لکي ٿو تہ "روهڙي الله لوڪن جو آستان ۽ مالڪ جي مستن جو مڪان هُئي. صوفين ۽ سنتن، عاشقن ۽ درويشن جي نينهن واري نگري هئي. سن 1888ع ڌاري اتي ياتِين جي آکهہ ۾ بابا نيبراج جنم ورتو. ننڍپڻ ۾ ئي نيبراج لکڻ پڙهڻ ۾ هوشيار هو، فائينل پاس ڪري اسڪول ۾ ماستر ٿيو. ماستري ڪندي هن جي چِت جي ورتي پرپوءَ طرف لڳي، سندس نصيب ڪليو جو ڪيس سنڌ جي صوفي، سگهوري سائين بيدل جي صحبت حاصل ٿي. اِنَ صحبت جو هن تي ڪافي رنگ چڙهيو سائين بيدل هن کي ديوان مان ڪجهہ تہ ڪجهہ بيت ٻُڌائيندا هئا. ۽ ان جي سمجهاڻي ٻہ ڪيس ڏيندا هئا. حافظ جي ڪلام جو ماستر تي خُمار چڙهيو هو هاڻي خدائي خمار ۾ مخمور رهڻ لڳو.

نيڪ روشن هجي ته "حضرت بيدل قدسره 1873ع ۾ رحلت فرمائي هئي. فاضل مصنف ديال آشا جي لکت موجب سنت نيپراج 1888ع ۾ ڄائو. اِنَ مطابق سنت نيپراج ۽ حضرت بيدل قدس سره جي صحبت ڄاڻائي نه ٿي سگهجي. حقيقت هن طرح آهي ته مست درويش 13 آگسٽ 1875ع تي ڄائو هو سندس والد جو نالو ايسر داس هو جيڪو پاڻ به صوفي سنت هو. ۽ حضرت بيدل قدس سره جي صحبت ۾ ايندو هو.

ايسر داس کي مالڪ جي مهر سان جڏهن 1875ع ۾ سنت نيپراج ڄائو هو ته پاڻ کيس کڻي آچي حضرت محمد مُحسن بيڪس قدس سره جي جهولي ۾ ڏنو هو درويشن جي نگاهه لوهه کي سون. نه بلڪ پارس ڪري وجهندي آهي. يقين آهي ته سنت نيپراج سان اُنَ جوئي باطني قرب ٿيو هو جنهن اثر سبب هُو طفلي ۽ ۾ئي آڌي رات جو اٿي صاحب جو سمرڻ ڪندو هو. ان سان گڏ ظاهري تعليم جي ضمن ۾ خاصو ذهين ۽ هوشيار هو. سنڌي انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ بعد ماستر به ٿيو هو. پر حضرت عشق جي غلبي سبب ٿوري وقت ۾ ملازمت کان الگ ٿي، ويراڳ ۾ آچي وَيو.

ڊاڪٽر ديال آشا مست نيپراج جو جيون چتر بيان ڪندي لکي ٿو ته "هڪ دفعي ماستر نيپراج ايشور جي بندگي ۾ اهڙو ته محو ٿي ويو جو سندس اسڪول جو وقت به گذري ويو ان ڏينهن اسڪول جي انسپيڪشن هُئي. ڊاڪٽر ديال آشا صاحب اڳتي لکي ٿو ته..... "اهي مکيه ڏينهن ماستر نيپراج اسڪول مان غير حاضر رهيو.

مون سنت نيپراج جي مُريدن کان اِها ساڳي روايت پڻ ٻُڌي آهي. پر اُنهن جو چوڻ ڪجهه هن طرح هو ته "ذڪر ڪيل ڏينهن تي، گروڄن سائين نيپراج صاحب شبد اُچارڻ ۾ ايڏ ته محو هو. جو اسڪول جو وقت به وڃي باقي بچيو هو. آخري وقت ۾ پاڻ سجاڳ ٿي پيو ۽ هڪدم تڪڙو تڪڙو اسڪول ۾ وڃي پهتو ۽ پنهنجي هيڊماستر کان معافي وٺڻ لڳو جنهن تي سندس هيڊماستر کيس چوڻ لڳو ته "نيپراج تون ته پنهنجي ڪلاس ۾ موجود هُئين، هن ڳالهه جي ٻڌڻ سان کيس يقين نه ٿيو هيڊماستر سندس اُداسي کي سمجهي ورتو ۽ کيس، سندس ڪلاس جي شاگردن کان به تصديق ڪرائي. جن به چيو ته "سائين! اوهان ته موجود هُئا. صاحب اسان کان تمام سولا سولا سوال پئي پڇيا ۽ اوهانکي ور ور

ڪري شاباس ۽ آفرين بہ پئي چيائين.... ان هوندي بہ فقير نيپراج جي اُداسيءَ ۾ ڪمي نہ آئي. اهو حال ڏسي هيڊماستر ڪيس آفيسر جو رجسٽر تي لکيل آفرين نامو ڏيکاريو جيڪو ڏسندي ئي سنت پيپراج تي مستي وارد ٿي پئي، جنهن ڪري ملازمت ۽ گهرٻار ڪان بہ ترڪ ٿي ويو.

ڊاڪٽر ديال آشا اڳتي لکي ٿو تہ "بابا جنهن مڪان ۾ رهندو هو سو تمام پراڻو هو هڪ دفعي چڱي برسات پئي، بابا نيپراج واري جاءِ جو ڪجهہ حصو اچي پٽ پيو پاڙيسري هڪدم اندر آيا، ڏسن تہ بابا نيپراج اکيون بند ڪيو خيال ۾ محو آهي، ۽ سندس پاسي ۾ ڪريل ڇهتير پيو آهي. شري نيپراج کي رتي بہ ضرب ڪين آهي، پوءِ ان پڳل جاءِ مان بابا نيپراج کي ٻاهر ڪڍي آيا.

متي ذڪر جڳهہ مون کي سرڪار گورڌنداس بعد ۾ ڏيکاري هئي. اها جڳهہ ساڳوان ۽ چندن جي ڪاٺ سان جوڙائي راس ڪئي وئي هئي، پر بابا نيپراج. ان جڳهہ ۾ ڪڏهن ڪا گهڙي پلڪ ايندو هو پاڻ وڏو تياڳي درويش هو.....

ياد رهي تہ تمام ڀاڳوند آهن اُهي منش جن اهڙن درويشن جو درشن ڪيو! ڊاڪٽر ديا آشا چاڻ ڏيندي اڳتي لکي ٿو تہ "هڪ ماتا، شري پريداس جي ڌرم پتني، بابا نيپراج جن جي شيوا ۾ حاضر رهندي هُئي، سندس پٽ ناچاڪ گذاريندو هو. ۽ ڪمائيندو بہ گهٽ وڏ هيو آخر سندس مڱٽيو ٿيو. ماتا ڏاڍي خوش ٿي سننتن وٽان. ان وقت بابا نيپراج ڪمري ۾ گهمي رهيا هئا. ۽ چئي رهيا هئا. "ڏيگيون اونڌيون ٿي پيون" اِهو ٻڌي ان ماتا کي سنسو پيو ۽ برابر سندس پٽ جي مانٽي ڦري وئي. هاڻي ماتا وشواس وڌيڪ رکي، پٽ جي تندرستي ۽ واڌاري جي پيا ۾ سنت نيپراج جن جي شيوا ڪرڻ لڳي، سندس شيوا قبول پئي، جو سندس ناخوش پٽ خوش ٿي پيو جنهن جي چڱي گهر مان شادي ٿي ۽ سلي ڪرت کي بہ لڳي ويو سنت ديالو ٿيندا آهن، جڏهن ديا درشٽي ڪن تہ مالا مال ڪري ڇڏين.

ڊاڪٽر ديال آشا پنهنجي هن مضمون ۾ هڪ روايت اجهو هن طرح پيش ڪئي آهي تہ روهڙيءَ ۾ هڪ طبيب جي عزيز گهڻي عرصي کان بيمار هُئي. ان حڪيم جيلا هلايا، پر سندس سالي شفاياب نہ ٿي، هڪ بابا نيپراج، اُنَ حڪيم جي هَٽَ وٽان لنگهي رهيو هو تہ ان حَڪيم بابا نيپراج کي عرض ڪيو تہ "سائين منهنجي سالي ڪيترن ڏينهن کان سخت بيمار آهي، ويڄ ٿي وَس ڪيا

اٿم مگر ڪين فرق ڪونہ ڪيو آهي. اهڙي ڪا عنايت ڪريو جو هي ويچاري شفايات ٿي وڃي..... ان بعد ڪجھ اڳتي هلي بابا نيپراج جي حوالي سان لکي ٿو تہ "حڪيم ڏيٺ جھڙيون دوائون لڪائي ٿا رکن، ماستر چا ڪري.... ان حڪيم پوءِ دوائن جي پيٽي گهرائي، جنهن مان دوا ڪڍي، ساليءَ کي ڏني ۽ سندس سالي تندرست ٿي وئي.

ڊاڪٽر ديال آشا، هڪ ٻي روايت هن طرح پيش ڪري ٿو تہ "سکر ۾ رهندڙ هڪ سيٺ ڀڳوانداس کي ڏنڌي ۾ ڪافي لوڏو آچي ويو. ڪيس ڪٽمنڙن جو ڪارخانو هو ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي، هيءَ نت نيم بابا نيپراج وٽ سوالي ٿي ويو وڃ وڃ ڪم سنپال! سنت جو وچن مڃي، شري ڀڳوانداس ڪاروبار ۾ رُڌبي ويو پريو ءِ سنتن جي ڪپا سان مالا مال ٿي پيو.

سال 1942ع کان، بابا مسرورو مونکي ساڻ رکندو هو. ان زماني ۾ بابا سائين سکر جي ٿلهي واري ايراضي ۾ هڪ هندو درويش ڪشنداس جي گهر ۾ رهندڙ هو. جتي مان بہ ساڻس گڏ رهندو هوس.

هڪ لڳا، سال 1946ع ڌاري بابا سائين مونکي سکر جي سيرو - چوڪ واري علائقي وٽ هڪ هندو - حويليءَ ۾ وٺي آيو. جِتي هڪ جاءِ جي ڏاکڻ چرهي مٿي پُهتاسين. جِتي هڪ مست سرمست وڏي جُبي ۾ ملبوس ويٺل هو سندس اکيون ڳاڙهيون لال ۽ شوريل ڏنم ۽ منهن مُبارڪ ۾ وڏي دهشت محسوس ڪيم. ان ڪري مان، اُتي بابا مسرور سائين جي پنيان ٿي وينس.

ان وقت درويش بابا نيپراج عجيب ٻوليون ٻولي رهيو هو جيڪي اُن وقت منهنجي سمجھ کان مٿي هيون.

اِنَ دوران بابا نيپراج، بابا مسرور طرف منهن ڪري پيار ۾ پرجي ڪافي وقت اکيون ملائي تِڪ ٻڌي ويهي رهيو ان سمي هر طرف خاموشي محسوس ڪيم. پر بابا نيپراج جي پريم سان پريل مک کي ڏسڻ سان ان وقت جيڪا مون کي فرحت پئي آئي اهو لفظن ۾ ماپي نہ ٿو سگهجي.

ايتري ۾ هڪ ماڻهو آيو جنهن بابا نيپراج صاحب جي رلهيءَ هينان. نون نوٽن جون ڏستيون وڃي رکيون. اچانڪ اُتي ويٺل هو ماڻهو جيڪو سادي ڌوتي ۽ سادي چولي ۾ هيو. اُنَ اُتي، هڪدم اُهي نوٽن جون دستيون کڻي ورتيون.

اُتي وينل هڪ شيواڌاري ڪيس پڪڙي ورتو اجا ڪيس دڙڪو داب. ئي مس ڪيائين،بس خبر ئي نہ رهي اِئين اوچتو بابا نيپراج مست اُٿيو ۽ پنهنجي شيواڌاريءَ کي وڃي چَنبا هڻي. ايڏو تہ گُنيو جو هو ڪِري پيو مون بابا نيپراج جي مک مان هي لفظ ٻُڌا تہ "گُنيہ دان ري گُنيہ دان" ان بعد بابا نيپراج پئسن ڪٽڻ واري طرف وڌي ڪيس هڪ زوردار چَنبو هنيو ۽ مک مان هي الفاظ ٻوليائين "هل ري هل، هُجيئي گُڪڙا!" ان بعد اُهو ماڻهو ڊوڪڙ وٺي هليو ويو. اَنَ مهل بابا نيپراج هيٺ لهڻ جي خيال سان اُٿيو تنهن وقت مون ڏٺو تہ سندس پرستار هڪ گول دائرو ناهي. بابا نيپراج جي چوگرد حلقو ٻڌي بلند آواز ۾ "بابا نيپراج صحب ڪي جئہ! بابا نيپراج صاحب ڪي جئہ! جا نعرا هڻندا هيٺ لهي ويا.

ان بعد بابا مسرور سائين مونکي واپس ٿلهي واري جڳھ تي وٺي آيو. جِتي پهچي منهنجي گھبراهٽ کي محسوس ڪندي فرمايائين تہ "هي بابا نيپراج مست فقير، اسانجو مرشد ڀائي ۽ اسان تي مهربان آهي. تون اِن ڪان پِڻ نہ ڪندو ڪر. باقي هڪ ڳالھ ياد رکجانءِ تہ درويش جي آڏو ڪڏهن بہ ڪا حرڪت نہ ڪجانءِ.

ساڳئي دور دوران ٻئي دفعي، جڏهن بابا نيپراج جي زيارت لاءِ پهتاسين تہ هڪ عورت پنهنجي بيمار ٻالڪ کي بابا نيپراج جي اڳيان بيهاري وينتي ڪري رهي هئي تہ "بابا هي منهنجو ٻچڙو اُٿي، بيهي نٿو سگهي. هن جي عمر بہ آٺ نَو سال تي وئي آهي پر اجان تائين پاڻ جهلي بيهي نٿو سگهي" . هي عورت اجا وينتي ڪرڻ ۾ ئي مشغول هُئي، تہ بابا مست نيپراج اچانڪ جهپٽ ڏئي ان ٻالڪ کي جاءِ جي دريءَ مان هيٺ ڦٽي ڪيو. اهو ڏسي سڀ وينل مرد ۽ عورتون حيران ٿي ويون ۽ ڏک ڀريل لهجي چيائون تہ "بابا مست نيپراج تہ ڪيئن ڪري ڇڏيو بيمار ٻالڪ کي ڪٽي ڪوني تان هيٺ ڦِٽي ڪيائين" ان دم ٻالڪ جي ماءُ پنهنجي ممتا جي جذبي سبب هڪدم هيٺ لٿي، پر جڏهن پنهنجي پنگلي لنگڙي ٻار کي پيرن تي بيٺل ڏٺائين تہ سڀ ڏک دور ٿي وَيس. عين انوقت بابا نيپراج اٿي هليو..... اُهيئي نعرا اُهيئي جهومريون بس وڌو مستيءَ جو سمو هو. بابا نيپراج جي بينڪ تان باقي رهيل ماڻهن وانگر آسين بہ واپس ٿلهي واري جڳھ تي موٽي آياسين رَستي تي بابا مسرور سائين ٻڌايو تہ جِتي بابا نيپراج رهي ٿو. اها اصل جڳھ ديوان ڀڳوانداس

جي آهي، جيڪو هِن مست فقير جي ايلاڌ منٿون ڪري ميجائي وٺي ايندو آهي مستَ پنهنجي خيالَ جي مختيار هوندا آهن. پنهنجي رائي ڄتي رهن يا ڄتان هليا وڃن. اِهي صاحب ڪنهن جي جهل پل ۾ نه هوندا آهن.

ساڳي دور ۾ هڪ ڏينهن بابا مسرور کي آفيس کان موڪل هئي، پاڻ نيرن ڪائي اجان فارغ مس ٿياسين. ته پريان ڍُهلن شرنايِن ٻگلن ۽ جهانجهن جي آواز سان گڏ، راڳ ۽ نعرن جا آواز پڌڻ ۾ آيا. جڏهن مون اُنَ طرف واجهايو ته بابا مونکي وٺي، گهر جي دريءَ کان ٻيهاري چيو ته هتان ٻيهي ڏسُ. اج هوليءَ جو ڏينهن آهي. ٻاهر ماڻهن جا ميڙ لڳا پيا آهن. بس اِتان پير پري نه ڪجانءِ. ائين چئي پاڻ گهر کان ٻاهر نڪري ويو ۽ وڃي هولي کيڏڻ وارن سان سُرَ ۾ سُر ملائي بيٺو. خبر تڏهن پئي، جو اچانڪ بابا نيپراج، بابا مسرور طرف جهومندو آيو ۽ هڪدم پاڪر وجهي. گول ڦيريون پارائڻ لڳو. تمام دل کي ڪشش ڪندڙ ۽ من موهيندڙ نظارو هو هڪ طرف، راڳ ۽ نعرن جي للڪار هُئي. ته ٻئي طرف قسمين قسمين رنگن جا چِتڪار ۽ ڦوهار هئا، ناد، سنک، ٻگلن باجن جا آواز اُڀ ڏاري رهيا هئا. وري جي آس پاس نظر پئي ڪيم ته محبت وارن جا سُندر چهرا ۽ سندس چشمن جا چالا ڏسي دل ۾ گد گد پئي ٿيس. پنهنجي پاڙي جا درويش ٻه ڏنم جيڪي بابا نيپراج جي چوڌاري نچي رهيا هئا. ۽ پنهنجي نشيلن نيڻن مان تمام نوڙت ۽ نِمرتائي سان نرت ٻه وجهي رهيا هئا. ڪنهن وقت اچانڪ منهنجي نظر بابا نيپراج جي مک مُبارڪ طرف ٿي، جا ڏِسان ته بابا نيپراج جي اکين مان لڙڪن جا واهه وهي رهيا هئا. ڪافي دير تائين اُنَ هندَ دل ڏاريندڙ نظارو لڳو پيو هو بعد ۾ جڏهن اهو سنگ ٻئي طرف مڙي هليو ته بابا مسرور ٻه جڳهه ۾ واپس آيو. بابا مسرور جيئن جڳهه ۾ اندر گهڙيو ته سڄي گهر ۾ خوشبوءِ جو هٻڪار مچي ويو، مون بابا جي طرف ڏسندي چيو ته "بابا اِهي ماڻهو ته رنگ هٽي رهيا هئا. جيڪي اوهانجي ڪپڙن ۽ جسم تي ٻه لڳل آهن. باقي ايڏي خوشبوءِ چاجي آهي. ان تي بابا هڪ من موهيندڙ مُرڪ سان هلڪو ٽهڪ ڏئي چيو ته اِهي درويش هولي جي ڏِڻ تي رنگن ۾ قسمين قسمين خوشبودار عطر ملائي ڦوهارا پري وسائيندا رهندا آهن. ان دور دوران. سال 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ سبب، ديوان ڀڳوانداس جي ڪٽمڻن ۽ بسڪوٽن واري ڪارخاني (جي. بي. منگهارام) جا حصيدار پنهنجا حصا واپس وٺي هندستان

هليا ويا. جنهن سبب ڀڳوانداس جو ڏيوالو نڪري ويو ۽ بلڪل ڪنگال ٿي چڪو هو ان زماني ۾ ڀڳوانداس تمام نراس ۽ اداس ٿي پيو هو ۽ هندستان لڏي وڃڻ جو پڪو پهه ڪري چڪو هو. اِنهن ڏينهن ۾ ڀڳوانداس ڏاڍو پريشان هيو. ان حالت ۾ بابا مسرور وٽ ٿلهي واري جڳهه تي آيو هو. ۽ پنهنجي ڪسمپرسي جا داستان ٻڌائي، هندستان لڏي وڃڻ جو ارادو به ڏيکاريائين. بابا مسرور ڪيس گهڻائي آٿت ڏنا. پر همراهه هڪ نه ٻڌي، بس پنهنجي لڏي وڃڻ جو رَٽو لڳايو ويٺو هو ان سمي مون ڏٺو بابا مسرور جون اکيون ۽ سڄو چهرو جلال ۾ اچي لال ٿي ويو. ان حالت ۾ هڪدم اٿي ڪمري اندر هليو ويو. گهڻي دير بعد ڪمري کان ٻاهر آچي، ديوان ڀڳوانداس کي ڪا اهڙي شيءِ هٿ ۾ ڏنائين، جو ديوان ڀڳوانداس چُپ چاپ اُٿي هليو ويو.

ان بعدڀي ڏينهن بابا مونکي درياءَ جي ڪپ تي وٺي هليو. ان وقت شامَ جو ويلو هو مون ڏٺو ته درياءَ جي ڪپر تي هندو ۽ مسلمان ڀڙ وڇايو چار چار ڇهه ڇهه ماڻهو گڏ ويهي چوپڙ راند کيڏي رهيا هُئا. شامَ جوپهرُ هو درياءَ جي پر تي هوا جون هيرون گُهلي رهيون هيون. اتي اڪثر ماڻهن کي اڇا سفيد ڪپڙا پهريل هُئا. بهرحال نظارو دلڪش، دلفريب ۽ من موهيندڙ هو. اُتان موٽڻ بعد مون ڏٺو ته ديوان ڀڳوانداس هڪ ڪاٺ جي صندل تي ويٺو هو سندس اڳيان لوهه جو ٿالهه رکيل هو جنهن ۾ جوئر جون تڪيون ٿاهي رکيون هئائين. اسان جي پهچڻ شرط اُٿي بيٺو ۽ چيائين ته هي سودو ٿاهيو اٿم ڪافي خريدار آيا آهن. پر مون انهن سيني کي موٽائي ڇڏيو آهي. تنهن تي بابا مسرور سائين جيسيتائين ڪجهه جواب ڏي ته ان کان اڳ ۾ ئي پريان بابا نيپراج جا نعرا ٻڌڻ ۾ آيا. مون ڏٺو ته بابا نيپراج ماڻهن جي وچ ۾ مستي اندر جهومندو پئي آيو ۽ ايندي ئي لوهي ٿالهه مان هڪ تڪي کڻي مک ۾ رکيائين ۽ بابا مسرور طرف منهن ڪري چيائين ته "ڀڳوان تنهنجي هڪ تڪي جو ملهه لک رپيو سوا لک رپيو" ائين چئي بابا نيپراج واپس ويو. اهڙي طرح ڀڳوانداس جوئر جي تڪين جو ٿالهه ڇڏي بابا مست نيپراج جي پويان هليو ويو سندس تڪين جي ٿالهه مان اُتي بيٺل ماڻهو هڪ هڪ ڪري سڀ تڪيون کڻي ٿالهه خالي ڪري هليا ويا. اِن ڏينهن بعد. بابا سرڪار نيپراج صاحب جي ٻلائي سان، سندس ڀاڳ بخت نئين سر نئون ٿيو ۽ مالا مال ٿي پيو.

هڪ دفعي ديوان ڀڳوانداس کي بابا نيراج جي شيواڌارين سان ڏٺو هوم. جيڪي بابا نيراج صاحب سان گڏجي مرشد بيدل قدس سره جي ميلي ۾ پهتا هُئا. ان وقت ڏينهن جو سمو هو. بابا مسرور هڪ ڪُنڊ ۾ اندر ويراڳ جي چونڪيءَ ۾ مشغول هو جِتي بابا نيراج وڏيءَ مستيءَ جي عالم ۾ جھومندوءَ اندر گهڙي آيو جيترو وقت ويراڳ هليو پئي، اوترو وقت بابا نيراج وجداني ڪيفيت ۾ جھومي رهيو هو. اِنَ دوران اچانڪ قلندري دمال جا نغارا ناد ۽ بگل وڄڻ لڳا. دمال حضرت موليٰ علي مشڪلڪُشا جي عَلَمَ هيٺان ٿي رهي هئي. دمال پوري ٿيڻ بعد درگاهه شريف جي اندر دعا لاءِ پهتاسين جِتي بابا مسرور پنهنجي دوستن سان گڏ هم آوازٿي حضرت بيدل قدس سره جي حضور ۾ مناجات چئي رهيا هُئا. مون ڏٺو ته بابا نيراج اچانڪ اُتر واري دروازي کان هڪدم اندر گهڙي آيو. سندس هٿن ۾ هڪ پريل گلاس هو جيڪو بابا مسرور طرف وڌايائين ۽ بابا مسرور اُهو پورو پريل گلاس هڪ ڍُڪ يعني هڪ ساهيءَ ۾ پي ويو. پر گلاس واپس ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي باب نيراج درگاهه مان ٻاهر نڪري ويو. تنهنڪري اُهو گلاس بابا مونکي جھلڻ لاءِ ڏنو ۽ چيائين تراهو منهن تي نه رکجانءِ.

معمول مطابق بابا مسرور مناجات ڳائي رهيو هو. پارٽي حرڪت سبب مون ان گلاس کي ڏٺو مونکي ان گلاس مان هڪ پرڪيف ٻهڪار محسوس ٿي. تنهن ڪري هڪدم ان گلاس کي مون وات تي رکي، ڪجھ پيئڻ جي ڪوشش ڪئي. گلاس ته خالي ٿي چڪو هو پر ان مان مونکي ڪجھ لعاب ۽ لغار زبان مٿان ضرور محسوس ٿي هُئي. مناجات پوري ٿيڻ بعد سڄو فقراهه اجتماعي طور "عشق مُبارڪ" چوندا، اتر واري دروازي مان نڪري باره دريءَ مان ٿيندا، اتر طرف جھومندا ڪنيئي محبوب جي مندر ۾ پرنام ڪندا ٻاهر نڪتا. جِتي بابا نيراج درگاهه طرف رُخ ڪيو ڪجھ ڳالهائي رهيو هو جڏهن هندو فقيرن بابا نيراج کي ڏٺو ته هڪدم ٻڪندا ۽ نعرا هڻندا "بابا نيراج کي جئه" چوندا بابا نيراج کي گول دائرو ٻڌڻ لڳا ائين ڪندي درگاهه جي حد مان نڪري شايد ڪنهن ٻئي طرف راهي ٿيا. اِنَ سالَ بعد مان چوٿين ڪلاسَ ۾ پهچي چڪو هوس. ان سبب بابا مسرور مونکي شڪارپور ۾ رهڻ جو زور پريو چيائين چوٿون درجو سنڌيءَ ۾ هڪ اهم ڪلاس آهي. ان بعد توکي انگلش اسڪول ۾ داخل ڪرائيندس. ان

شوق ۾ مان شڪارپور ۾ رهڻ لڳو هوس ۽ انگريزي اسڪول ۾ داخلا بہ ٿي وئي. ان دوران اچانڪ ٻڌم تہ بابا نيپراج سرڪار رحلت ڪري ويو ۽ بعد ۾ جڏهن بابا شڪارپور آيو تہ پنهنجي استعمال واري ڪِتاب سرود نامي ۾ بابا نيپراج سائينءَ جي رحلت جي تاريخ بہ دَروج ڪيائين ۽ ان بعد سندس جُدائي ۾ هي ڪلام بہ لکيائين.

ويا ٿي سانگ تي سانگي اُڏر ڪنياتل ڪڏهن ايندا
ڪوڏي ڪانگل وَاڏايون ڏي - تہ ڪا دل جاءِ دل ڪي ٿي
سِڪان هاريان هنجون جنڻ لئہ - اچي سي درد ۾ ٿيندا
هجر ۾ حال هيٺو ٿيو - سُٺي سڏ سور ٻيٽو پيو
پرين پروسِ ڀڙوٽو ٿيو - سڪان تي شل ورتيو ويندا
گُل ٿي رنج غم روعاني - لَهي هينئڙي جي حيراني
مِلي مسرور سان جاني - ڪڏهن هڪوار هڪ ٿيندا

ذڪر ڪيل ڪافي بابا مسرور جي بياض ۾ درج ٿيل نہ هُئي. پر مونکي بابا نيپراج جي هڪ سچي عاشق سرگواسي هولا رام پورن شڪارپور جي ناس وکٹ واري ڪان موصول ٿي هُئي جيڪا منهنجي هٿن سان. بابا مسرور جي قلمي ڪِتاب ۾ لکيل آهي، جيڪا بعد ۾ وري ڪليات مسرور ۾ بہ شامل ڪئي وئي هئي.

ڊاڪٽر ديال آشا پنهنجي مضمونَ ۾ بابا نيپراج جي رحلت جي تاريخ 27 جون 1949ع ڄاڻائي آهي. ان بعد بابا نيپراج جي عمر 90 سال لکي آهي جيڪا سندس جنم 1888ع ۽ رحلت 1949ع موجب 90 سال نہ پر جملي عمر 61 سال ٿي.

دراصل بابا نيپراج جو جنم 13 آگسٽ 1875ع آهي ۽ رحلت مٿي ڄاڻايل 27 جون 1949ع آهي جنهن موجب سندس عمر چوهتر 74 سال هئي.

مون بابا نيپراج جي جنم ۽ رحلت جي معلومات واري تصديق، آٺ نَوَ سال اڳ منگهارام پٽ سرگواسي ڀڳوانداس کان ڪرائي هئي، جيڪو بابا نيپراج جي ڏيوريءَ لڳ سکر جي سيرو چوڪ واري علائقي ۾ رهندو آهي، جِتي سال بسال

بابا نيپراج مست جو ميلو لڳندو آهي. ۽ ڊاڪٽر ديال آشا جي لکڻ موجب دهليءَ
سان گڏ هندستان جي ٻين هنڌن تي ٻه ورسي ملهائبي آهي ڊاڪٽر ديال آشا
ڪتاب ”سنڌ جا سنتَ“ لکندي تمام وڏي محنت ڪري تمام وڏو ڪارنامو
سرانجام ڏنو آهي. هن ڪِتاب ۾ پاڻ اٽڪل 187سنتن جي زندگيءَ ۽ حالات
متعلق معلومات بخشي اٿس مونکي خود ٻه تجربو آهي تہ معلومات ڏيندي ڪٿي نہ
ڪٿي، جيڪڏهن ڪا غلطي ٿي ويندي آهي تہ اُها ليکڪ جي غلطي بنھ نہ
هوندي آهي، بلڪ اِهو ڪارنامو بنيادي ڇاڻ ميهڙ ڪرڻ وقت ابتدائي شخصيتن
کان سر زد ٿي ويندو آهي.



# فقير غلام علي مسرور بدوي

فقيرُ غلام علي مسرور جو هن دنيا ۾ آچڻ جو سال 1894ع آهي. جنهن جي شعري ۽ نثري لکڻين جي سبب مؤرخن، اديبن ۽ فيلسوفن پنهنجي خيال موجب ۽ پنهنجي علميت ۽ وسعت آهر، ڪجهه قدر ان لاءِ لکيو آهي جيڪو مواد، سنڌي اردو هندي ۽ انگريزي لکڻين ۾ ملي ٿو اُنهن لکڻ وارن. يا ته فقير مسرور جي علمي ادبي ۽ اخلاقي پهلوءَ کي ڏٺو هو، يا سندن فن - موسيقيءَ طرف ڏٺو هو يا ته وري حسب نسب کي جاچي ورتو هو. يا وري دنيا داريءَ جي حساب سان ڏٺو هو. پنهنجي پر ۾ ڪجهه ماڻهن وري ڪيس اقتصادي لحاظ کان سندس مسڪيني کي ڏٺو هو ڪن وري سندس سقمي حالت هوندي به سندس سخا جا ڏس پتا ڏنا آهن. ڪن ته فقط فقير مسرور بابت پڙهي اُنَ تي ئي ڪفايت شعاري ڪئي آهي.

مون بنده ناچيز به سندس ويجهو رهندي گهڻو ڏٺو هو ان سبب ڪجهه قدر، فقير بابا غلام علي مسرور جي سندس فقيراڻي حال چال بابت ڄاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

بنده راقم جو جنم 1 جولاءِ 1939ع ۾ ٿيو. بابا مسرور جي جنم تاريخ به 1 جولاءِ 1894ع هُئي. راقم جي جنم واري سالن جي انگن جو جوڙ 22 آهي اهڙي طرح فقير بابا جي جنم واري سال جي انگن جو جوڙ به 22 ئي آهي. مونکي پنهنجي ڦُڦي امان ٻڌايو هو ته هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته ملتان شريف جو جيلاني سيد امير علي شاهه اسان وٽ آيل هو - ڦُڦي امان وڌيڪ ٻڌائيندي اِهو پڻ ظاهر ظهور چيو هو ته "منهنجا ڀائر (راقم جا چاچا) سائينءَ جا مُريد هُئا، هن دفعي "ملتاني سيد جي آمد وقت، تنهنجي چاچڻ فقير غلام علي کي چيو ته "اسان جي مرشد کي تون به مرشد وَٽُ، جنهن تي مسرور رحه ڪجهه قدر نٽايو به هو. جيڪو مامرو بابا

مستر (رحيم بخش بدوي) سختيءَ سان محسوس ڪنديءَ غلام علي ڪي هڪ دُعا رات جو پڙهڻ لاءِ زور پريو هو. ان ساڳي رات آدا غلام علي رحہ پنهنجي بستري تان غائب هو. اسانکي ٿوري گهڻي ڳڻتي بہ ٿي هئي. بلڪ سائين بابا جي دلجاءِ ڏيڻ سبب وڌيڪ ڳڻتي ڪانہ ٿي هُئي. ان کان بہ ڏينهن کن پوءِ اسانجي روهڙيءَ وارن مائٽن مان ڪو ڪيس بخار جي حالت ۾ گهر اندر پهچائي ويو هو. جنهن کان پورا ستَ ڏينهن پوءِ بخار جي بيهوشيءَ مان اچانڪ اُٿي پنهنجي امڙ کي چيائين تہ مِٺا روٽ ۽ مِٺا لولا پچاءِ قلندر لعل جا ملنگ آيا آهن. امڙ هڪدم روٽ ۽ لولا پچائڻ شروع ڪيا. جيڪي تيار ڪرڻ بعد گهر جي دَرَ جي ٻاهران نڪري هر هڪ ايندڙ ويندڙ کي ڏني واپس ٿي تہ فقير سائين پنهنجي بستري تان اهڙي ڍنگ سان اُٿيو جيئن ڪو تازو توانو ماڻهو اُٿندو آهي، ۽ هڪدم بازار مان ڪپڙو وٺي، ڪنهن درازيءَ کان اُهو ڪپڙو جوتي (لُنگ) وانگر سِبائي پائي ڇڏيائين. جيڪا خبر اسانکي سندس وهنجڻ وقت معلوم ٿي هُئي. هن رويي مان اسان اِهو اندازو ڪيو هو تہ بستري تان غائب ٿيڻ واري رات ڪيس قلندر لعل شهباز شايد ڪٿي ڪٺي ويو هجي، جنهن جي فقيري ۾ لنگ ٻڌو اٿس ڪجهہ عرصي بعد اسانجي روهڙي جي مائٽن مان وري ساڳيو ماڻهو آيو جيڪو فقير مسرور کي بخار واري حالت ۾ گهر ڇڏي ويو هو ان ماڻهو کان امي پڇيو "تون غلام علي کي هٿِ وٺي آيو هُئين، توکي اهو ڪٿي هٿِ آيو هو". تنهن تي اُنَ ماڻهوءَ چيو "منهنجي بابا ڪيس حضرت بيدل رحہ بيڪس رحہ جي مزارن تان بيهوشيءَ جي حالت ۾ ڪٺي آيو جنهن ئي ڪيس سڃاتو هو تہ هي ماستر رحيم بخش جي گهر جو نينگر آهي. اُنَ ئي مونکي چيو هو تہ ڪيس ريل ۾ چاڙهي پنهنجي گهر پهچائي اچ". "هينئر بہ بابا مونکي سندس خبر چار لاءِ هتي موڪليو آهي. بلڪل اُنَ وقت سائين بابا رحيم بخش رحہ بہ اچي پهتو ۽ مهمان کي ڏسي چيائين تہ "پڪ غلام علي رحہ اوهانکي مرشد بيدل رحہ بيڪس رحہ جي مزارن پرسان هٿ آيو هوندو" پائرن جي وڙهاند سبب مون ڪيس دعا پڙهڻ لاءِ چئي هئي. شڪر الحمد الله مالڪن ڪيس ڪٺي پنهنجو ڪيو آهي" پڇي صاحب وڌيڪ ٻڌايو تہ تنهنجن سيني چاچن کي ڪو بہ اولاد ڪونہ هو ۽ مسرور رحہ کي بہ هينئتي چوتو ٻڌل هوندو هو اهو چوتو (لنگ) اُهي فقير ٻڌندا آهن، جيڪي شادي نہ ڪندا آهن ٺنهنجي ٻين چاچن کي اولاد نہ هجڻ سبب. اسان جو بابو (راقم جو ڏاڏو) غلام علي رحہ کي چوندو هو تہ "آبا تون شادي ڪر، هنَ نہ هنَ توکي ڪا اولاد ٿي

پوي، تنهنڪري ڪيترائي ڏينهن غلام عليؒ ڪٿي جو ڪِٿي ڪيترن ڏينهن جا ڏينهن هليو ويندو هو.

نيڪ روشن هجي ته فقير مسرور بابا کي به پينر هيون. انهن مان پيو نمبر پڦيءَ وڏيءَ پڦيءَ سان مونکي گهڻو وقت مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين ۾ دلچسپي وٺڻ سبب هڪ دفعي چئي ڏنو ته مون کي به پنهنجي ياءَ مسرورؒ جون گهڻيون ڳالهيون ياد آهن" "اڄ ته توکي مان به هڪ قصو ٻڌايان" ان وقت مون گهڻو ٽنائڻ جي ڪوشش به ڪئي هئي پر هن پڦيءَ مونکي چيو ته "مان توکي هڪ مِنو طوطو به وٺي ڏيندس" اِهوئي سبب هو جو مان سندس ڳالهه ٻڌڻ لاءِ سندس ويجهو وڃي ويٺس. جنهن بعد هُنَ مونکي ڏاڍو پيار ڏيندي بابا جو قِصواِجو هن طرح ٻڌائڻ شروع ڪيو هو. "هڪ دفعي اسانجي پيءُ (راقم جي ڏاڏي) غلام علي کي چيو ته "پُٽ! مونکي ته رب پاڪ پنهنجي منشا مطابق اولاد ڏني، پر پنهنجي اولاد جي اولاد مون نه ڏٺي آهي، سو منهنجو هڪ چوڻ وٺ. هڪڙو دفعو مونسان مرشد ڪريم حضرت بيدل بادشاهه جي بارگاهه ۾ هَلُ. جيڪڏهن مرشد توکي آمر ڪري ته تون شادي ڪجانءِ، جي نه ته، مان توکي، وري ڪڏهن به هن معاملي ۾ ڪو به ذڪر نه ڪندس" اِن پڦي اهو به ٻڌايو ته "اسان پنهنجي ياءَ غلام علي کي چيو ته اسان نياڻيون به مرشد جي دربار ۾ هلي، ڳارو ڳچيءَ ۾ وجهي، دعا گهرنديون سي توکي خبر آهي ته جڏهن تون شادي ڪندين توکي اولاد ٿيندي ته اسان ڪيڏيون جهومريون وجهنديون سي ۽ سچيون راتيون سهرا پيون ڳائينديون سي". تنهن تي مسرور چيو هو "بابا هڪ عرض منهنجو به آهي" تنهن تي بابا چيو هو "غلام علي جيئن تون چوندين تئين ڪبو. تنهن تي غلام علي چيو "منهنجي سنگتي فقيرن کي وٺي هلندا. جڏهن اُهي سائين جي حضور ۾ ويراڳ ڪندا ته پوءِ اوهانجي من جي منشا مالڪ مرشد ضرور پوري ڪندو. "اِن پڦي صاحبه وڏيڪ ٻڌايو ته "بابا ان ڳالهه تي راضي ته ٿيو پر خوشي ۾ نٿي ماپيو. "اسان جملي گهر جا ياتي جڏهن سائين جي دربار ۾ پهچي دعا گهري هڪ طرف تي وياسي ته گيڙو رڱيل ڪپڙن سان، پيرن ۾ چيريون پايون، يڪتارا ۽ چپڙيون وڃائيندا، موج مستيءَ سان فقير ڳائيندا درگاهه ۾ پيهي آيا جڏهن فقيرن ڳائي بس ڪئي ته بابا رحيم بخش دعا ڪرڻ لاءِ هٿ مٿي ڪيا هُئا. عينُ ان وقت ڪجهه رابيل جا گل ۽ ڪجهه گلاب جا

ڳلَ سندس دعا وارن هٿن ۾ اچي پيا هُئا. ان وقت ئي اندران بارگاهه مان آواز ٿيو ته "بابي فقير جو امر مڃي وٺ"

ساڳي دور ۾ مان شڪارپور جي هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هوس. ان زماني ۾ بابا مسرور سکر اُسهي رهيو هو سندس وڃڻ بعد بچپيل ماني ڪائڻ بدران تمام سُني مار ڪاڏي هيم. ان سبب ئي مان روئندي روئندي گهر جي دروازي ٻاهران نڪتو هوس. بعد ۾ خبر ناهي ته ڪيئن بس جي دروازي تي پهتس ۽ وري ڪهڙي طرح اَنَ بس ۾ ويٺل بابا مسرور مونکي ٻانهن کان ڇڪي بس ۾ ويهاريو هو. جنهن متعلق بعضي بعضي منهنجي اِنَ حماقت جي ڳالهه بابا پنهنجي دوستن سان ڪندو هو. اِنهيءَ سبب اِهو واقعو مونکي پوري طرح ياد ٿي ويو آهي.

جڏهن سکر پهتاسين ته ان وقت فقير مسرور بابا آفيس هليو ويو. بعد ۾ سندس هڪ دوست ڪاڪا ڪشنداس سان گڏ مان به وري آفيس ۾ پهتو هوس. منهنجي پهچڻ بعد. آفيس جي پٽيوالي بابا مسرور کي اچي ٻڌايو ته آفيس جي ٻاهران هڪ سهڻي عورت هار سينگار ته ڪري آئي آهي، پر جن وانگر لُهرِ به ڪري رهي آهي. اُهو ٻڌڻ شرط بابا مسرور آفيس جي ڪرسي تان اُٿي، ان عورت کي هڪ چماٽ هڻي وري اچي پنهنجي ڪرسيءَ تي لکپڙهه جو ڪم ڪرڻ لڳو. ان وقت چاچا گورڌنداس روهڙيءَ وارو بابا جي ڀر ۾ ٻي ڪرسي تي ويٺل هو. تنهن بابا مسرور کان پڇيو ته "فقير سائين ڇا ٿيو؟ تنهن تي فقير بابا چيو هو "اها عورت جن جي چنبي ۾ جڪڙيل هُئي خير جن ته ويچارو هڪ چماٽ به جهلي نه سگهيو ۽ هن مائيءَ کان هميشه ڀڄي هليو ويو"

جڏهن شام ٿي ته گڏجي درگاهه بيدل رح بيڪس رح ڏانهن وياسين. جتي بارگاهه جي اندرئين ڪتهڙي تي ڪاني جو ڪم هلي رهيو هو. بابا مسرور پنهنجي ڪوٽ جي کيسي مان ڪجهه سِڪا ڪڍي ڪاريگرن کي ڏنا. جنهن بعد رات جو ويراڳ جي چونڪي ٿي. ان رات ويراڳ هلندي ڪافين ۾ منا سائين. محبوب منڙا جا لفظ ڪثرت سان ٻڌڻ ۾ آيا. اَنَ ٻاراٽي سمجهه سبب پنهنجو نالو سمجهندي مون ڏاڍو مزو پئي ورتو. جنهن دلچسپي سبب مون پوري رات ننڊ نه ڪئي هُئي. ذڪر ڪيل چوُنڪيءَ دوران فقير بابا بعضي بعضي پنهنجو مرڪندڙ چهرو منهنجي طرف پئي ڪيو. اهڙي ڪيفيتن کي بيان ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن لفظ به نه ملندا آهن.

مُرڪڻ ساڻ مقيد - سهڻل ڪيو آهي ساهه تہ منهنجو
اڪيون اٽڪائي دلڙي قاسائي - ماڻن ساڻ مزيد
(طبع آزاد)

ڪجهه ڏينهن ترسڻ بعد واپس شڪارپور موٽي آياسين. پنهنجي گهر جي طرف ايندي رستي تي هڪ ماڻهو مليو جيڪو مون اڳ ۾ ڏٺو ڪونہ هو. تنهن فقير بابا جي ويجهو ايندي نهايت نوڙت ۽ نياز سان چيو تہ: "فقير سائين، اوهان سرڪار بيدل رحہ بادشاهه جي روضي تي ڪم ڪرائي رهيا آهيو اِنَ لاءِ ڪجهه روڪڙن ڏوڪڙن جي گهرج پوي تہ مونکي ضرور ٻڌائجو". ان چوڻ تي بابا مسرور ڪان هلڪو ٽهڪ بہ نڪتو هو. جنهن بعد هي بيت چيو هُئائين.

گهرڻ هڏهِين گهور - سندي ڪيرت ڪيم ڪر
جنهن پڻ ريجهي راج سا بہ تند نہ چور
اور اندر پيو اور - تہ خاصو خلوص دار ٿيئين
(سوامي صاحب شڪارپور)

مٿي ذڪر ڪيل بيت ان وقت تہ مونکي ياد نہ رهيو هو بلڪ ڪجهه اڻ تڪا لفظ ذهن ۾ ضرور هُئا. ان سبب ٿي وڏي اوستا ۾ سرڪار چينراءِ سوامي جي سلوڪن پڙهنديءِ ان بيت کي ڏٺو هوم تہ ذڪر ڪيل بيتن جا عڪس ۽ مٿي بيان ڪيل ماجرا جا پرتوا پنهنجي پوري تازگي سان ذهن ۾ اَچي ويا هُئا.

ڏني ڏکويا - اڻ ڏني راضي ٿيا
سامي سي ٿيا - جن ڪين ڪنئي پاڻ سان
(حضرت پٺ ڌڻي رحہ)

بهرحال فقير بابا اُنَ ماڻهوءَ کي ايترو ضرور چيو هو "جيڪڏهن اوهان سچي دل سان چئو ٿا، تہ درگاهہ شريف تي هلندڙ ڪم کي ڏسي، ان ۾ هٿ ونڊايو جنهن تحت گهربل سامان وٺي پهچايو يا ڪم ڪندڙ مسترين کي روز جا پئسا ڏيو" جنهن تي اُهو ماڻهو هائوڪري راضي ٿي ويو.

گھر پھچڻ سان مون بابا کان ان ماڻھو جو نالو پڇيو. تنھن تي جواب ۾ ٻڌايائين تہ "ھي ھندو آھي سندس نالو رگھومل آھي، سندس گھر اسانجي گھرن جي اتر طرف خانچند جي حويليءَ ۾ آھي ۽ وڏو ھيرن جواھرن جو واپاري آھي.

جن ڏنو تن ڪٿيو - ميڙيندڙ مُٺا
ڏيندڙ مون ڏٺا - جن جا ھنڌ حضور ۾
(لعل لطيف رح)

درگاھہ شريف جي عمارت سازي وارو ڪم بغير تڪميل جي، ان سبب آڌورو رھجي ويو ھو جو ملڪ آڌو اڌ ڪيو ويو ھند سنڌ ھڪ ٻئي کان الڳ ڪيا ويا. ھند جو ساڳيو نالو ھندستان ئي رھيو بلڪ سنڌ جي مڪمل ايراضي کي پاڪستان چيو ويو. جنھن بعد ھندو لوڪ ھندستان لڏي ويا. جنھن ۾ مخير ماڻھو بہ ھئا. جيڪي درگاھہ حضرت بيدل رح بيڪس رح جي عمارت سازيءَ واري ڪم ۾ ھڙئون وڙئون پئي وڌ ڪندا رھندا ھُئا.

نيڪ روشن ھجي تہ پاڪستان ٺھڻ کان بہ ٽي سال اڳ ۾ ھڪ دفعي ڪاڪا رگھومل بابا مسرور وٽ آيو ۽ اچي چيائين تہ سائين مونکي اولاد نہ آھي، سو دعا ڪريو تہ منھنجي من جي مُراد پوري ٿئي، تنھن تي بابا فقير ڪيس چيو تہ اوچي ماڙي ڪٺي ڊاھہ" اِنَ سبب ڪاڪا رگھومل، پنھنجي گھرواري (زال) کي ٻي جاءِ ۾ رَھائي، پنھنجي بنگلي نماز ماڙي ڊاھرائي ھڪڙو گھر ٺھرايو جاءِ جي جڙي راس ٿيڻ کانپوءِ بہ گھر ۾ نہ ويا." بلڪ بابا مسرور کي اچي چيائون تہ "سائين پھريان قرب ڪري ھلي گھر ۾ پير پايو تہ پوءِ وري اسان بہ اِنَ گھر ۾ وڃي رھون "تنھن تي فقير بابا کيس چيو "ھو لارام ناس واري جي طرفان من مان مير ڪڍُ تہ پوءِ تنھنجي گھر ۾ پير پائبو."

ياد رھي تہ ڪاڪا رگھومل وڏي سرندي پڄنديءَ وارو ماڻھو ھو ان جي مقابلي ۾ ھولا رام ناس وارو جيڪو بابا مستُ نيراج سکر واري جو سچو مُريد ھو سو فقير ماڻھو ھو فقط اميري ۽ فقيريءَ جو سنڌو ھو جنھن ڪري يارن جو پاڻ ٿورو گھڻو رُسامو رھندو ھو.

ڪاڪا رگھومل بابا مسرور جي اشاري کي سمجھي ورتو ھو تنھن ڪري ھڪدم وڃي ڪاڪا ھولارام کي پرچائي وٺي آيو جنھن بعد فقير مسرور

بابا پنهنجي پوري سنگت سميت ڳائيندي وڄائيندي سندس گهر هليا. عين انوقت ڪاڪا رگهومل جي زال پاپڙ کڻي آئي، ۽ هڪدم چُلهه ۾ ڪوئلا ٻاري پاپڙ پچائي سڀني فقيرن کي کارايا. جنهن بعد هڪُ پاڙي جو نينگر پاڻ ڏونري جي کڻي آيو جيڪا هن نينگر کان پئسا ڏئي گهرائي ورتي هئي، بعد ۾ اُن مان ڏونري جي لسي ٺاهي فقير بابا جي دوستن کي پيارايائين. المختصر، ڪاڪا رگهومل وارا جيڪي ٽي سال ڪن رهيا هئا البت مون کي پورو ياد نہ آهي پر ڪيس بہ ٽي پٽ ڄاوا هئا.

فقير بابا مسرور، شڪارپور جي شهر ۾ دين ڌرم سان لاڳاپو رکندڙ ماڻهن مان، ڀيائي ۽ نفاق کي وڃان رفو ڪرڻ جو وڏي ۾ وڏو ڪم ڪيو. هن ضمن ۾ سانس پوري سنڌ ۽ پنجاب جا ماڻهو هر خيال ٻڌجي پئي رهيا. ذڪر ڪيل مذهبن مان خاص طور هندو ڌرم جا ماڻهو، دين اسلام جا مسلمان ماڻهو، ۽ سيد سڀورا بہ شامل هُئا. جن جا نظريہ ظاهري طور مختلف هُئا. پر سندن بنيادي اصول، جيڪي وحدانيت ۽ اخلاق جي زمري ۾ اچي ٿي ويا، سي بلڪل يڪسان طور ساڳيائي هُئا. نيڪ روشن هجي تہ جڏهن حقيقي وحدانيت کي، اجتماعي طور ماڻهن سمجهي ورتو تہ منجهائن ڀيائي جي ٻاڙائپ ختم ٿي وئي. اِنَ سبب منجهن رواداري ۽ محبت پيدا ٿي پئي جنهن ڪري، بابا مسرور جا دوست از خودِ اخلاق جا آئينہ دار ٿي پيا. ذڪر ڪيل حلقي ۾ سوين هندو موجود هُئا جن مان هولارام پورن ۽ آزاد صوفي خاص الخاص هُئا. مسلمانن ۾ آغا غلام نبي صوفي ۽ گلشن صوفي بہ پيش پيش هُئا. سندن اِنَ مهم کي ايڪتا جي نالي بہ سڏيو ويو هو. هن مهم ۾ فقط وحدانيت ۽ اخلاقيات تي زور ڏنل هو...... مسلمانن جون عيدون هجن يا هندن جا وارَ هجن، غميون هجن مرتيہ هجن، نمازون هجن ستسنگ هجن. يڪسان طور هندو مسلمان هر هنڌ پاڻ ۾ گڏ ڏٺا ويا.

ذڪر ڪيل ايڪتا جو ڦهلاءُ گهڻو ڪري راڳ ويراڳ ذريعي ٿيندو هو جنهن سبب ڪافي صوفي بزرگن جو ڪلام بہ عام ٿيو جن ۾ حضرت بيدل اُنڙ (متوفي 1939ع) فقير جو ڪلام، حضرت بيدل رح جو ڪلام حضرت سچل سرمست رح جو ڪلام ساميءُ چينراءِ ۽ دلپت صوفي جو ڪلام خاص طور ڳايو ويندو هو جيڪو ايڏو تہ شائستگيءُ ۽ سنجيدگيءُ سان ڳايو ويندو هو جو وڏا وڏا مزاحيہ ۽ مست ماڻهو بہ پنهنجي روش تي ضبط ڪري ونندا هُئا. هي مڪتبِ فڪر تصوف جي نالي سان بہ سڏيو ويندو هو.

هڪ دفعي جو ذڪر اهي تہ بابا مسرور مونکي پاڻ سان (هزار ري در هاٽوڪي 15 پوليس چوڪي جي اتر طرف مسجد جي اولهہ ۾) درگاھ سيد تقي شاھ عليہ رحمت جي طرف وٺي پئي هليو. ڇتي اربع جي ڏانهن سومهڻيءَ جي نماز بعد راڳ رنگ جي مجلس ٿيندي هُئي. درگاھ شريف ۾ روضي مُبارڪ کان علاوہ بہ وڏو ڪُشادو اڱڻ هوندو هو.

ذڪر ڪيل دور ۾ هڪ دفعي صبح جو بابا سائين هڪ پليٽ ۾ نرم ڪچڙي وجهي اُنَ سان گڏ هڪ وَٽي ۾ ڏونرو وجهي مون کي چيو تہ اوطاق واري ٽلهي تي، جت مان ويهي ستار وڄائيندو آهيان. اُتي ڪٽ تي وينل ماڻهوءَ کي ڏئي اَچ تہ ڪائي. جڏهن مان اها ماني کڻي ان ڪٽ تي وينل ماڻهوءَ کي ڏيڻ لاءِ سندس ويجهو ويُم. تہ هن هڪل ڏئي چيو "امر ناهي" هن جون اکيون لال ڳاڙهيون ٿي چُڪيون هُيون. مون کي ڊپ صفا ويڙهي ويو هو جنهن ڪري مان روئڻ هارڪو منهن ڪري واپس موٽي آيو هوس. فقير مسرور بابا مونکي ڏسنديئي سمجهي چُڪو هو سو هڪدم اُٿي چيائين "هل تہ هلي ڏسو تہ ڪيئن نٿو ڪائي" جڏهن گهر کان ٻاهر نڪتاسين...... مون ڏٺو تہ اُهو ماڻهو کٽ کان هيٺ لهي اُٿي بيٺو هو اهڙي طرح فقير مسرور بابا کان نظر چورائي، منهنجي ننڍي ٻارائي قد سبب نوڙي هڪدم ماني وٺي ڪائڻ ۾ لڳي ويو جنهن بعد مان بہ گهر اَچي ماني کاڌي ۽ فقير بابا بہ نوڪري سبب سکر وڃڻ کان اڳ چئي ويو تہ مِنا ٿانو واپس کڻي گهر پُڇيءَ کي آڻي ڏجانءِ" جڏهن مان ماني ڪائي وري اهر ڏنل مانيءَ جا ٿانو کڻڻ ويس تہ اُهو درويش خبر ناهي تہ ڪاڏي هليو ويو هو جڏهن مان ٿانو کڻي اچي پُڦيءَ کي ڏنا تہ ڪيس اِهو بہ ٻڌايم تہ ٻاهر وينل ماڻهو ٻاهر تہ ڪونهي تنهن تي پڦي امان چيو هو تہ "تنهنجي پيءُ کي چرين ڦاسائڻ ۾ مزو ايندو آهي. اِهو بہ هڪ چريو هيو. پر تون انهن چرين کان اصل نہ ڊڄندو ڪر. پر اهو بہ دل تي لکي ڇڏ تہ انهن سان ڪڏهن بہ ڪا حرڪت يا ڪيچل اصل نہ ڪجانءِ چريا الله سائين کي سڀ کان وڌيڪ پيارا هوندا آهن ۽ الله پاڪ اُنهن تي ٻين طرفان ڏنل تڪليف نہ سهندو آهي"

ساڳي دور ۾ حضرت بيڪس عليہ رحمت جي عرس مُبارڪ واري موقعي تي، سکر شهر ۽ روهڙي شريف جي هندن بابا سائين کي چيو تہ هن دفعي ڀهريائين ڪينعي جي جاءِ تي ويراڳ جي چونڪي ڪجي. بعد ۾ راڳ ويراڳ جي سنگ سان سرڪار بيڪس رحہ جي بارگاھ ۾ هلجي. اها ڳالھ بابا مسرور رحہ

ڪي ڏاڍا پسند آئي ۽ فرمايائين تہ ”اوهان اصل ۾ منهنجي من جي منشا مُطابق ڳالهہ ڪئي آهي.“

اُن ڏينهن محبوب ڪنعيي سائين جي گهر کي ڏاڍو سينگاريو ويو هو. هڪ ڪمرو ڪنوار جي ڪمري وانگر سجايو هو جتي قسمين قسمين گُلن جا هارَ ٽنگيل هُئا ۽ رنگين ٻرندڙ فانوس بہ روشنين جي جهرمر جهلڪار ڪري رهيا هُئا. اهڙي طرح ڪمري جي چئني ديوارن تي خوشبودار تمام نفيس ڦوهاري رکيل هُئا. جن مان رابيل، موتيہ ۽ چنبيليءَ جهڙي خوشبودار هلڪي ڦوهاري نڪري رهي هُئي، فقيرن جي راڳ واري سُنگ جي اڳواٽي فقير مسرور بابا ۽ سندس ساٿي فقير ايسر داس، فقير سانوڻ مل ۽ فقير گورڌنداس جيڪو ڳائڻ ۾ بہ ساٿ ڏئي رهيو هو ۽ ڍولڪ بہ وڏي موج سان وڄائي رهيو هو.

ان وقت راڳ ۾ مون جيڏو جذب محسوس ڪيو هو. اهڙو اڳ ۾ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو. اِنَ ڏوهہ ڏام تي ڪيترائي هندو مسلمان آچي گڏُ ٿيا هُئا. جيڪي ٻرانَ ويراڳ واري چنڪيءَ ۾ ڳائيندي ساٿُ ڏئي رهيا هُئا. جيسين ڪا عيد برات تي هُجي. ڪا وِسوڙيل آس بہ صواب تي هُجي. ڪا مولا پاڪ جي خاص رحمت بَرسي هجي بهرحال جنهن وقت ڪنعيي جي گهر کان ٻاهر نڪتاسين تہ سندس گهر جي عورتن، پتڪڙن ٻالڪن ۽ ٻالڪيُن کي مُڙي ڏٺم تہ سندن اکيون آليون ۽ لڙڪ سندن ڳلن تي ماتم ڪري رهيا هئا. جڻ ڪانئڻ ڪنعيو پئي جُدا ٿيو.

جن جي هٿئون ويڙا پرين تن کان پُڇو سُڌ سور جي

هلندي هلندي واٽ ۾ هڪ گهرَ جي ڍِڪيءَ تي هڪ چئن پنجن سالن جو ٻالڪڙو بيٺل هو شايد! خبر تڏهن پئي جو بابا مسرور ان ٻالڪ طرف منهن ڪري هن طرح ڪلام شروع ڪيو.

منڙو ڪيو آ مستان - چڪن واري چولي

چڪن واري چولي - چيري واري چولي

مون جڏهن ان نينگر جي طرف ڏٺو تہ ڪيس خوبصورت چڪن جي ڪپڙي جو رنگين گلابي چولو پهريل هو. نينگر ايڏو تہ دلڪش، حسين ۽ خوبصورت هو جو مون ائين پئي محسوس ڪيو تہ ساڳيو ڪنعيو اِهو ئي آهي.

بهرحال ساڳيو ئي ڪلام بارگاهه بيڪس رح تائين مسلسل جاري رهيو. بارگاهه ۾ سجده ريزي بعد ٻاهر اڱڻ ۾ آياسين. چاچا ايسر داس، فقير گورڌنداس کي چيو ته "اڳ ۾ اهو ڪلام مون فقير جي نه زبان مان ٻڌو آهي نه سندس ڪنهن ڊائري ۾ ئي ڏٺو آهي. گورڌن......! مون سڀ مصرع ٻڌا ۽ ڳڻيا. فقير مسرور رح ان ڪلام جا چائيتاليهه مصرع چئي ويو آهي" تنهن تي بابا گورڌن فرمايو ته: "مسرور تي شاعريءَ جي آمد ٿي ويندي آهي ته ساڳيو ئي عالم برپا ٿي ويندو آهي پاڻ نئين ڪلام چوندي ائين ئي چاليهه پنجاهه بلڪ سوين مصرع به چئي ويندو آهي. سندم ڏيان ان وقت سندن انهن جملن طرف هو.

ٿوري دير ۾ اَن ٻالڪ جا مائٽ پُڇائيندي پُڇائيندي اچي پُهتا، ۽ پنهنجي نينگر کي واپس وٺي وڃڻ لاءِ زور ڪري رهيا هئا. ٻئي طرف ٻالڪ ضد ۾ پئجي ويو ۽ روئي چوڻ لڳو هو "مان چڪن وارو راڳ ٻڌندس. نه نه مان چڪن وارو راڳ ٻڌندس" ان تي فقير بابا اَن ٻالڪ جي روئندڙ چهري طرف مُنهن ڪري ذڪر ڪيل ڪلام وري ڳايو هو جنهن بعد ٻالڪ پنهنجي مِٽن سان گڏجي واپس ويو. ياد رهي ته ذڪر ڪلام جي مصراعن کي مون شروع کان ڳڻڻ شروع ڪيو منهنجي ڳڻپ موجود ستيتاليهه مصرع هُئا. جنهن جي آخر ۾ بابا مسرور جو تخلص مسرور شامل هو"

هڪ دفعي هڪ نئين ڪنوار پنهنجي گهوٽ سان گڏ، مسرور بابا جي بينڪ تي آئي ۽ اولاد لاءِ دعا طلبي پئي ڪيائين. بابا سائين انهن جي ڳالهه کان البت نٽائي رهيو هو. بهرحال گهڻي زور پرڻ بعد فقير بابا اَن طرف نهاريو. جنهن بعد چيائين ته پنهنجي ٻانهن واري واچ پاراءِ. تنهن تي اَن ڪنوار پنهنجي ٻانهن مان واچ لاهي، پنهنجي ئي هٿن سان مسرور بابا جي ٻانهن ۾ پارائي. هن ڳالهه تي سندس گهوٽ ٿورو ڪجهه ڪِليو به هو ۽ بعد ۾ اُهي ٻئي موڪل وٺي هليا ويا. نيڪ روشن هجي ته بابا منهنجي ياداشت موجب اڳ ۾ ڪڏهن به ڪنهن کان اهڙي ڪا به شيءِ گهري نه ورتي هُئي. سال سوا بعد اُها ڪنوار ٻار سميت اسانجي گهر ۾ آئي. اَن وقت بابا سائين اُٿي ان آيل ڪنوار کي مٿي تي هٿ رکي پيار ڪيو ۽ سندس ساڳي واچ اَن ننڍڙي پتڪڙي طِفل جي ٻانهن ۾ وجهي ڪيس ڪجهه رپيا خرچي ڏئي روانو ڪري ڇڏيو. ڪجهه ڏينهن بعد اَن عورت جو گهوٽ، هڪ سوني واچ کڻي آيو جيڪا هن بابا کي ڏيڻ ٿي چاهي پر بابا واچ وٺڻ کان بلڪل نابري واري

اُتي ڪنهن طرف هلڻ لڳو تہ اهو آيل ماڻهو مسرور بابا جي پُٺيان وڃي. ڪيس منٿ ڪندي چوڻ لڳو تہ "سائين دَيا ڪري هيءَ آندل, واچ قبول ڪريو نہ تہ اسان کي ڏاڍو وهم وسوسو پوندو" بهرحال, گهڻي دير بعد فقير بابا ڪانئس اُها واچ ورتي ۽ مونکي سڏ ڪري چيائين تہ "وٺُ هيءَ واچ تون پاءِ" ذڪر ڪيل واچ بابا سائين جي ظاهري زندگي تائين مون وٽ ئي رهي هُئي, بعد ۾ اُها آدا وڏي مونکان وٺي ڇڏي هُئي.

ساڳئي دور ۾ اسانجي محلي پاهران سڪپل روڊ ۽ دادوئي روڊ جي اوپر طرف هڪ وڏي ڪِتابن جي لئبرري هوندي هُئي, جِتي هِندو پڙهيل, ماڻهو اسان ننڍن ٻارن کي قسمين قسمين رانديون ڪرائيندا هُئا ۽ انهن جا مقابلا بہ ڪرائيندا هُئا, ڪجهہ ننڍيون ننڍيون شيون کائڻ لاءِ بہ ڏيندا هُئا, ڪجهہ انعام بہ ڏيندا هُئا تہ وري ڪجهہ ڪِتاب پڙهڻ لاءِ بہ ڏيندا هُئا. اِهي ڪِتاب وڌ ۾ وڌ پندرهن, ويهن صفحن تي مشتمل دلچسپ وندرائيندڙ ۽ معلوماتي ڪِتاب ئي هوندا هُئا, جيڪي اسان بنا دير گهر ۾ پڙهي وٺندا هُئاسون, اهڙي طرح ٻئي ڏينهن مليل ڪِتاب واپس ڪري ٻيو ڪِتاب پڙهڻ لاءِ وٺي ويندا هئاسين.

هڪ ڏينهن اِن ذڪر ڪيل لئبرري جي اندرئين هال ۾ گلم غاليچا تہ وڇايل هُئا, پر هٿن آڇيون اُجريون سنهيون چادرون بہ وڇايل هُيون, جن مان اندران گلمن غاليچن جا رنگين نقش ويتر وڻندڙ ۽ دلڪش پئي لڳا, پٽين تي پاسن کان خوشبودار اگربتيون بہ ٻاريون ويون هيون. اِهو رنگ ڏسي مان گهر اچي بابا مسرور سائين کي ماجرا ٻڌائي, تنهن تي مسرور بابا چيو تہ "هائو مِٺو! .... اجهو مان بہ سنبريو آهيان. هڪ تہ اڄ اوهان جي لئبرري ۾ شڪارپور جي درويشن شاعر سوامي صاحب جي ورسي آهي بهرحال جنهن وقت بابا ۽ مان اُتي پهتاسين, تہ ڪاني ماڻهو اڳ ۾ ئي پهچي چُڪا هُئا. هر ڪنهن ماڻهوءَ کي سنهي ڪپڙي جو چولوءَ هيٺ تي اڇي ڌوتي پاتل هُئي.

ان دور ۾ لائوڊ اسپيڪر ڪونہ هُئا. ائين ئي هڪڙو ڇڙو اڳيان آيو, ۽ اچي پليڪار ڪيائين, اهڙي طرح ساڳيو ئي ماڻهو. ڪنهن نہ ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو وٺي رهيو.هو جنهن بعد نالي ڳِنڍل ماڻهو سامهون پئي آيو ۽ تقرير جو سلسلو شروع ٿيو ان ورسيءَ ۾ مون ڏٺو تہ تقرير پوري ڪرڻ بعد تقرير ڪندڙ ڪجهہ منٽ صبر ڪري اُتي ئي ويهي پئي رهيو ان لمحي دوران اَنَ مقرر کان جيڪڏهن

ڪو ماڻهو سوال پُڇي پيو تہ هو پر خلوص ۽ پوري اعتماد سان سوال ڪندڙن کي جواب ٻُڌائي وري واپس اچي پنهنجي جاءِ تي ويٺو. ان سلسلي تحت جڏهن بابا مسرور جو وارو آيو تہ پاڻ شروع ۾ هڪ بيت پڙهيائين بعد ۾ ان جي سمجهاڻي بہ ڏنائين. ان تقرير بعد بابا سائينءَ کان تمام گهڻا سوال ڪيا ويا. پاڻ هر هڪ وڏي سوال جو جواب فقط ٽن چئن لفظن ۾ پئي ڏنائين. جڏهن اِهو مرحلو پورو ٿيو تہ ڪجھ ماڻهن يڪ آواز ٿي چيو "مسرور سائين کو سلوڪ ٻڌاءِ پوءِ واپس تجو" عين انوقت هڪ ماڻهو پٽڪي سان اچانڪ اچي منهنجي پرسان ويٺو هو بابا مسرور جي جڏهن اُنَ شخصَ تي نظر پئي تہ سڏ ڪري چيائينس تہ "سائين سِندا خان آچو اچي ستار تہ وڄايو. جنهن تي اُهو ستار نواز سينڌو خان اُٿي ڪڙو ٿيو ۽ ستار ڪڇي بابا جي طرف ويو ۽ بہ تي ماڻهو بيا بہ سندس پٺيان اُنَ طرف ويا. هڪ کي هٿ ۾ دفُ هيو ۽ ٻن ڄڻن کي ٻانهن ۾ بہ ٽي لوها ڪنگڻ پيل هُئا. ۽ هٿن ۾ هڪ ڏنڊي نما ٿلهو رول هيو شروع ۾ ستار وڳي بعد ۾ ستار جي رِدمَ تي ڏنڊي جي ضرب سان لوهي ڪنگڻن مان لئي تار جو آواز وڳو اِنهن سازن جي ترنگ تي بابا مسرور سائين سوامي جا سلوڪ ڳائڻ شروع ڪيا. هر هڪ سلوڪ جي پوري ٽيڪ تي گر (آدائي وارو ماترو) ڏنو پئي ويو عين انوقت ويٺل ماڻهو يڪ آواز تي نرم ڌيمي آلاپ تحت "هري اوم" جي للڪار ڪري رهيا هُئا. ورسي پوري ٿيڻ بعد مانهہ جا مِٺا لڏون تقسيم بہ ڪيا ويا هُئا

راقم جو جنم ۽ فقير پاڪ مسرور سائين جي لاڏاڻي درميان فقط چوڏهن ورهين جو عرصو رهيو. جنهن ۾ مون ڏٺو تہ پاڻ گهريلو ڪم ڪار ۾ بہ وڏو جوابدار فرد هو سندس نشت برخواست گهڻن ماڻهن کان نياري هوندي هئي. ساٺس گڏ رهندڙ ياتي بہ درمياني طور ڪفايت شعار هُئا. اسان کي ڪجھ وٿي ڏيڻ لاءِ بازار ساڻ وٺي هلندو هو. فقط اِنَ خيال سان تہ هرڪو پنهنجي من پسند شئي (بوٽ ڪپڙا وغيره) پاڻ وٺي. جنهن تي وڏي پڦي اعتراض ڪندي چوندي هُئي "غلام علي ايڏو لشڪر ٻارن جو پاڻ سان چو تو وٺي وڃين. هنن کي ڇڏ....! تون پاڻ بازار مان انهن لاءِ جيڪي وٽيئي سو وٺي آچ" تنهن تي فقير بابا چوندو هوس "جيڪڏهن ڪنهن جو سامان ننڍو وڏو رهجي ويو تہ وري بازار وڃڻو بہ پوندو ۽ ان ٻار کي وٺي سندس ماپ تي ئي ڪجھ وٺڻو پوندو." المختصر، عيد جي ڏينهن پُٽن کي عيدگاھ ڏانهن عيد نماز لاءِ وٺي هلندو هو جنهن بعد وڏڙن ۽ رشتيدارن جي

مقبرن طرف وڃي هلندو هو. ان طرح موتي، مائن مِٽن ۽ نياڻين وغيره سان ملندو
ڪلندو ڳالهائيندو گهر واپس وڃي ايندو هو.

بابا سائين گهر ۾ ڪنهن به وقت، ڪنهن جي به غلطي سبب ڪنهن کي
ڪجهه نه چوندو هو پر پاڻ اُتي ان غلطيءَ کي صحي ڪري وٺندو هو. جنهن جو
احساس سڀ ڪنهن کي شدت سان ٿيندو هو. ۽ سڀ ڪو محتاط ٿي ويندو هو.
مسرور بابا جا گهر اندر طبعي اطوار تمام بلند ۽ دلچسپ هوندا هئا. هرڪو پاڻ
ساڻس عشق ڪندو هو پاڻ جيئن پوڙهائپ کي ويجهو ٿيڻ لڳا ته سندس روحاني
دلڪش، رنگت من موهڻي ٿيندي پئي وئي. جنهن جو خاص سبب اِهو به هو جو پاڻ
دائمي طور پنهنجي مرشد حضرت بيدل رحه جي تصور ۾ رهندو هو. پاڻ فرمائيندو
هو ته مرشد ڪريم کي دل جي اکين ۾ ويهارجي. اهڙي طرح ظاهري طور به ساڳئي
ئي تصور کي قائم رکندو هو. اِهوئي سبب هو جو هرڪو چوندو هو ته "فقير مسرور
سائين اسان جي طرف هر وقت مرڪندڙ چهري سان ڏسندو هو. ان ڪان سواءِ بيحد
محبت سان ملندو هو. حضرت عطا الله شاهه جهوڪ ڏٺي، ۽ حضرت عبدالحسين
درازي ڳاڏيسر صاحبن ٻڌايو ته "فقير مسرور اسانجي طرف هر وقت عاشقانه نظر
وجهي ڏسندو هو ۽ ملڻ جو طور طريقو به سندس ساڳيو ئي هوندو هو". نيڪ روشن
ته بابا مسرور جي اِن رهڻي ۽ روش سبب به هن بنده عاجز کي ذڪر ڪيل بزرگن
جو پيارُ ۽ هدايت نصيب ٿي هُئي.

جلوو تنهنجو آچي ٿو جاني نظر ۾ جت ڪٿ
هر شاخ گل ۾ شامل برگ و شجر ۾ جت ڪٿ
جاڏي پيو واجهايان ــ نازڪ ٽئين نمايان
تارن سين ۾ تابان ـ شمس و قمر ۾ جت ڪٿ

سال 1949ع ۾ مون چار درجا سنڌي پاس ڪيا هُئا. جنهن بعد بابا
مسرور مونکي گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ داخلا وٺي ڏيڻ لاءِ هليو هو
جتي عبدالحُسين شاهه موسوي روهڙي شريف وارو هيڊماسٽر هو. اِنَ ساڳي
اسڪول ۾ ادا رحيم بخش عرف ڪوڙل به ڇهون انگريزي پڙهندو هو. ان دور ۾
انگريزي ستين درجي کي ميٽرڪ چيو ويندو هو. نيڪ روشن هجي ته ميٽرڪ
پاس ڪرڻ بعد سٺي وچولي درجي جي نوڪري ملي ويندي هُئي...... ساڳئي دور ۾

منهنجي ذهن تي ڪو عجيب قسم جو غلبو بہ رهندو هو. جنهن سبب ڪجھ قدر
ويسارو بہ رهندو هو. تنهن هوندي بہ جنهن معاملي ۾ رنج رسندو هو اُهو واقعو
مڪمل طور ياد رهندو آيو. سال 1949 ـ 1950ع گذارڻ بعد، اِنَ اسڪول ۾ فري
شِپ رد ڪري فل في جي گهرَ ڪئي وئي. ٻڌايو ويو تہ اوهانجي فري شپ
هيڊماستر موسوي صاحب رد ڪئي آهي. اِها خبر جڏهن بابا مسرور کي پئي تہ پاڻ
وڏي اميد ڪٺي، هيڊماستر صاحب جي آفيس ۾ وٺي هليو جِتي موسوي صاحب
تمام هيبتناڪ چهرو ٺاهي، بابا سائينءَ کي چيو تہ: فقير اوهانجي ڇوڪرن جي
فري شپ مٿان علامہ داؤد پوٽي رَد ڪئي آهي "فقير مسرور بابا واقعي ٺي انوقت
هڪ عملدار اڳيان فقيري حالت ۾ محسوس ٿيو هو. بهرحال اسين نراس ٿي واپس
آياسين. هن مامري سبب ادا وڏو رحيم بخش پڙهڻ کان نابري واري گهر ۾ ويهي
رهيو. پر سيني ڀاتين جي سمجهائڻ تي وري اسڪول ۾اچڻ لڳو هو جنهن سان
گڏوگڏ اسڪول ۾ مان بہ اڳي پڙهندو هوس. ۽اِها بہ آسَ هوندي هُئي تہ ادا وڏو بس
هڪ سال بعد ميٽرڪ پاس ڪري وٺندو جنهن بعد ڪيس نوڪري بہ ملندي اهڙي
طرح گهرَ جي خرچ ۾ بابا سائين سان هٿ ونڊائيندو. پر افسوس جو ادا وڏي کي
ڇهين ڪِلاسَ جي امتحاني نتيجي ۾ مجموعي پيپرن ۾ فقط ٻڙي مارڪ ڏني وئي.
پر مان موسوي صاحب جي نظر چُڪ سبب پهرين انگريزيءَ مان، پاس ٿي ٻئي
درجي ۾ پهتس....... ادا رحيم بخش اڳ ۾ ئي اسڪول کان بيزار ٿي چُڪو هو سو
وري ٻڙي مارڪ ملڻ سبب، پڙهڻ کان صفا ترڪ ٿي ويو جنهن سبب ڪري بابا
سائين ادا وڏي جي مستقبل کان بلڪل ئي نااُميد رهجي ويو.

مٿي ذڪر ڪيل مامري ۾ اسان ۽ اسانجي بابا تي، سڳورا عملدار فقط
حضرت بيدل عليہ رحمت جي ملفوظات کي فقير بابا کان حاصل، ڪرڻ ۾ ناڪام
رهيا هُئا جيڪي بعد ۾ اسانجي مائٽن ۽ استادن جي توصل سان ڪٺائي دٻائي رکيا
بہ ويا هُئا. بابا مسرور ٻڌائيندو هو تہ "مون فقط علامہ داؤد پوٽي کي ايترو چيو هو تہ
هي ڇائيتاليھ ڪِتاب جيڪي مون رياضت ڪندي سنڌي ۾ ترجمو بہ ڪيا آهن.
سي مان اوهانکي پنهنجي ذاتي معاوضي عيوض هرگز نہ ڏيندس، درگاھ مرشدنا
بيدل رح بيڪس رح جي رهيل ڪمن کي مڪمل ڪرائڻ جي حالت ۾ اوهان
صاحبن کي ڏئي ڇڏيندس" جيڪا ڳالھ، ڳالھ مان ڳالهوڙي تي، جنهن ڪري
اسان جي هڪ طرف تعليم متاثر ٿي ٻئي طرف اسانجي اسڪولي في ڀرڻ جي

سبب ڪان. بابا مسرور وقت بوقت خانگي نوڪريون به ڪندو رهندو هو ٿئين پاسي سندس پوري زندگيءَ جو پورهيو (ملفوظات جا ڇائيتاليهه جلد) به.......!

جنهن جي به گهر ڪجهي ٿي سان اڪثر نه ٿي ملي
هيهات فڪر اِنَ ۾ ڪا يَر نه ٿي ملي
فيءَ جي نه ٿي معافي - ان لئه سفارشيءَ جي
مورت ڪا مهر واري - چاتر نه ٿي ملي

(فقير مسرور رحه)

هڪ ڳالهه معذرت ونندي ضرور ڪندس ته. فقير بابا مسرور جي سموري پورهئي مان سنڌي، سرائڪي ڪلام ڪي به مروڙيءَ فقير بابا جي جمع ڪيل پوتر پٽرن جا پيرا ڏاهڻ جي حتي المقدور ڪوشش ڪئي وئي. دير آيد درست آيد جي مصداق هڪ ضخيم جُلد. جنهن ۾ اٽڪل ٽيويهه تصنيفون آهن. جيڪي حضرت قادر بخش بيدل عليه رحمت. جون فقير مسرور بابا الڳ سان لکندو هو جي مونکي پُورن پنجاهه کن سالن بعد مليو جيڪو مون دفتر حضرت بيدل يادگار ڪاميٽي کي پڌرو ڪرڻ لاءِ سوبيو آهي ها ته سائين موسوي صاحب جي شايع ٿيل ڪِتابَ ۾ جيڪي بيجا تبديليون ڪيون ويون هُيون. سي مون پنهنجي مُحسن محترم اختر درگاهي صاحب کي نه فقط فقير مسرور جي گڏ ڪيل مواد. بلڪ حضرت بيڪس رحمت عليه جي هٿ اکر لکيل بياض مان به ڏيکاري چڪو آهيان جن جو تفصيل ايندڙ ڪنهن مضمون ۾ صداقتن سان پيش ڪيو ويندو. فقير مسرور رحه بابا هڪ دفعي حضرت سخي خواجه عبدالحق درازي اول جي عرس مُبارڪ تي هَليو هو ان عرس ۾ درگاهه واري غسل ۽ سينگار دروان شيخ محمد بخش المعروف ڪوجهي فقير بابا مسرور کي حضرت سچل سرمست جو واسطو ڏيندي چيو ته "منهنجو خانگي زمينداريءَ وارو ڏنڊو رُليو پيو آهي. صدقي سچل رحه جي هَلي سنيال" جنهن جي جواب ۾ فقير بابا چيو ته: "فقراهه جي ڪم آچڻ کان وڏيڪ دنيا جو بيو ڪو به ڪم نه آهي". "اِنَ زمري ۾ فقير بابا. سائين ڪوجهي فقير جو ڏسيل ڪم صدق دل سان ڪندو رهيو ياد رهي ته ذڪر ڪيل دور ۾ ڪوجهي صاحب تمام گهڻي شاعري ڪئي هُئي. اِنَ ڏس ۾ به بابا مسرورَ سائين سندس همت افزائي ڪندو رهندو هو نيڪ روشن هجي ته فقير ڪوجهي صاحب

جي اُها مجموعي شاعري خيرپور جي شاهه لطيف يونيورسٽي واري سچل چيئر اداري مان شايع ٿي چُڪي آهي.

فقير بابا مسرور ٻڌائيندو هو تہ "هر جمعي رات ڪوجهي صاحب پنهنجي پياري مرشد سخي قبول محمد رحہ بادشاهه جي تصوير، هڪ سهڻي پينگهي ۾ رکي، پينگهو لوڏيندو رهندو هو جنهن دوران فقراهه جي راڳ واري چونڪي بہ جاري رهندي هُئي. ان ذڪر ڪيل ويراڳ جي چونڪيءَ متعلق ڪوجهي صاحب جو مونکي تمام وڏيڳ تاڪيد ٿيل هو جنهن ڪري ڪنهن بہ حالت ۾ پهچي ويندو هوس."

سال بہ گذرڻ بعد هڪ جمعي رات چونڪيءَ بعد بابا مسرور ڪوجهي صاحب کي چيو تہ محبوب سائين هاڻي موڪلائي آهي.....! ڪوجهي صاحب عام معمول واري موڪلائي تصور ڪندي چيو تہ "ڀلي، پر آويلو وقت آهي، شايد هن وقت اوهانکي سواري نہ ملي تنهنڪري هِنَ ڪار ۾ وڃو" جنهن بعد فقير مسرور بابا ڪار ۾ چڙهي، حيدرآباد شهر مان مِٺائي وغيره خريد ڪري ٽنڊو آدم واري جڳهہ تي آيو جيڪا هڪ هندن جي مڙهيءَ جي مٿان ڪوٺي تي هُئي. جتان پنهنجي ضرورت جو سامان کڻي ڪارِ ذريعي ڳوٺ شهڪ مريءَ پهتو جتي ڪوجهي صاحب جون زرعي زمينون هُيون. اُنَ آڌي رات جي بيگاهہ وقت سيني هارين نارين کي گهرائي، حيدرآباد مان خريد ڪيل مِٺائي انهن کي کارائي بعد ۾ چيائين تہ "دوستو بس هاڻي آخري موڪلائي آهي" "پر قُرب ڪري مونکي روهڙيءَ ۾ مرشد جي قدمن ۾ دفن ڪجو" ائين چئي معمول موجب جيئڻ هيٺ وڇايل پنهنجي بستري تي آرام سان سمهي پيو اهڙي طرح بنا چرپر جي سندس روح جسم کان الڳ ٿي ويو جنهن جو ڪوجهي صاحب کي اطلاع ڏنو ويو جنهن تي ڪوجهي صاحب بنادير پهچي ويو. سندس اَچڻ وقت ڪيس بابا مسرور رحہ جي آخري وصيت جي آگاهي ڏني وئي، جنهن تحت فقير پاڪ جي جسد کي درگاهہ حضرت بيدل رحہ بيڪس رحہ طرف پهچايو ويو. پر ان وقت جي متولي گاديسر ان تدفين کان صاف انڪار ڪيو جنهن بعد فقير بابا کي شڪارپور ۾ آبائي قبرستان ۾ جاءِ ڏني وئي. اُهو ڏهاڙو نائين ذوالحج 1372 هجري، حج جو ڏينهن هو ۽ ٻئي ڏينهن تي عيد الضحيٰ هُئي. مسرور بابا جي جسد کي مقام طرف کڻي وڃڻ وقت

مون کي سخت مار مِلي ۽ روزي گِلمن ۽ فراشن جي سنڀال ڪرڻ لاءِ پنيان ويهاريو ويو هو.

هڪ ڏکي هيو ڏکيري - تيون هِلي ڪينَ سگهي
پرين آءٌ آڳي - پرين آءٌ نہ پُڄڻي

(حضرت بيدل رحہ)

تدفين جي ٽئي ڏينهن، عيد هُئي، جنهن ڪري هم عُمر دوست، پاڙي جا ننڍا وڏا مطلب تہ پورو شهر خوشين ۾ مست مگهن هو پر مون لاءِ......!

عيد الضحيٰ جي ڇَون - تولئہ خوشي مون لئہ حشر
مل تہ ماندايون لهن - نہ تہ سولي سرانجام آهہ

(حضرت سچل رحہ)

فقير مسرور بابا جي وصال، سال 1953ع بعد، جڏهن سندس دوستن مان ملڻ ٿيندو هو تہ ڏکي دل کي وڏو قرار نصيب ٿيندو هو جنهن جو خاص سبب اهو هو جو فقير بابا متعلق پياريون ڳالهيون ڳندا هُئا ۽ سندس ڪارنامن بابت چارڻ ڏيندا هُئا. جن مان ڪجهہ چند دوستن جي حوالي سان ڪي قدر معلومات ڏيڻ جي بہ ڪوشش ڪئي آٿم.

فقير مسرور بابا جي وِصالَ بعد پڙهائي دوران 1955ع ۾ فائينل جو امتحان پاس ڪري، سنڌي ماستريءَ جي نوڪري ڪيم. جيڪا 1956ع ۾ ختم ڪئي وئي، بعد ۾ ڏڪا ٿاپاڪائي 1958ع ڌاري ساڳي ماستري پڪي طرح حاصل ڪري ورتم. جنهن ذريعي ريبيو بہ بچائي، انهن صوفين فقيرن جي ملاقات لاءِ ويندو هوس. جيڪي بابا مسرور جي زندگي دوران ڏِٺا هُئا. يا وري بعد ۾ سندن ملاقات نصيب ٿي هُئي. اهي ملاقاتيون 1958ع کان شروع ٿيون هُيون.

ذڪر ڪيل دور ۾ پهرين ملاقات فقير شائق سائين عمراڻيءَ (متوفي 1977ع) سان ٿي. جنهن جو اصل نالو چاڪر خان هو پر فقراهہ ۾ شائق نالي سڏيو ويندو هو ملاقات دوران فقير شائق سائين ٻڌايو تہ "مان پورا پنجٽيهہ سال شهر شڪارپور ۾ ديوانگي جي حالت ۾ ڦرندو وتندو هوس. پر فقير مسرور سائين جڏهن بہ ڏسي وٺندو هو تہ مونکي پنهنجي اوطاق تي وٺي ايندو هو جتي وِهنجائي آڇا ڪپڙا پارائي منهنجي ديوانگيءَ جي داستانن کي وڏي همدرديءَ سان ٻڌندو هو

شايد سندس اِنَ همدرديءَ سبب هن وقت ڪجھ قدر سمجھ موجود آهي، ورنہ مرشد تہ مڪمل ديوانو بنائي رکيو هو.“

هِڪَ ڏينهن پاڻ فقير مسرور بابا جو هڪ واقعو اِجهو هن طرح بيان ڪيو هُئائين: ”فقير مسرور جنهن دور ۾ تپيدار هو موسم هئي سياري جي، تِن ڏينهن سندس هڪَ خَطُ پهتو هو جنهن ۾ پنهنجي حالت ڪجھ علالت واري بيانُ ڳئي هُئائين. اُنَ سبب اسانکي بہ ضرور وڃڻو پيو هو سفر ڪندي ڪندي درياءَ جي ڪناري تي رات ٿي چُڪي هُئي. چوطرف ظاهري طور انڌيرو چانيل هو. اونده ۾ تڏ سبب اسان درياءَ جي پر وارن وٽن جون ڪجھ ڪاٺيون گڏ ڪري ٻاريون هيون جنهن سبب اونده ۾ تڏ ۾ ڪجھ قدر ڳمي تي هُئي. ڪجھ سوجهري سبب درياءَ جي ڪناري تي ڪجھ ٻيڙيون بيٺل نظر آيون. اُنهن ٻيڙين جي ملاحن کي درياءَ ٽپائڻ لاءِ چيوسين، پر اُنهن اِهو چئي بنھ انڪار ڪري ڇڏيو تہ سياري جي ڪاري اونداهي رات ۾. ٻيڙين هلائڻ ڪان. اسانکي پنهنجي پير اُستاد جي سخت منع ڪيل آهي. فقير پاڪ غمدل سائينءَ وڏيڪ ٻڌايو تہ ”ٻيڙين وارن جو جواب ٻڌيءِ اسان ٻاريل مچ تي ويهي ڪافي ڪلام چوڻ شروع ڪيو. فقراھ جي منڊلي بلند آواز ٻڌڻ سبب درياءَ جي ٻئي طرف جا ڪِشتيبان ٻيڙيون ڪاهيندا اچي هِن پر پهتا جيڪي ٻئي ڪناري پنهنجي ماڳن تي زور پري وٺي هَليا. جِتي اُنهن ملاحن جا منھ نهيل هُئا. جڏهن اسان ذڪر ڪيل ملاحن جي هڪ منھ ۾ وڃڻ لاءِ گهڙيا سي تہ اچانڪ فقير مسرور صاحب سامهون ڏنوسي. بس چڻ من جا ڳُلِي مطلب پُورا ٿي ويا هُئا. دلبر يا مسرور کي فقرا سنگت مان چيو تہ فقير اسان سان قند ڪيو آهي. جڏهن فقير مسرور اِهو جملو ٻڌو تہ چيائين ”اِنَ قندَ مونکي دوست دلبند ملايا آهن. مون لاءِ اِجوڪو هڪ هڪ دم عيد ۾ شادمانو آهي. اِنَ خوشيءَ ۾ جيڪي اوهان چوندا مونکي بہ چشم آهي. اِنَ تي هڪ فقير چيو هو تہ اِهو فيصلو سرڪار قلندر شاھ سائين ڪندو ”تنهن تي مسرور صاحب چيو هو تہ ”ايترڙي ڳالھ جو فيصلو سو بہ سرڪار شهنشاھ قلندر شاھ بابا تي، نہ هرگز نہ! جنهن ڳالھ تي مون (غمدل رحہ) چيو تہ: ”فقير مسرور اِنَ جي عيوض اسان سان هلي پورو مهينو ڳوٺ نبي شاھ وڳڻ ۾ سرڪار قلندر شاھ جي حضور ۾ گڏ رهندو“. جيڪو فقير مسرور بہ خوشي سان قبول ڪندي ٻئي ڏينهن گڏجي سرڪار جي حضور ۾ آيو هو فقير مسرور سان بيشمار فقير پيار محبت ڪندا هُئا تنهن ڪري

سندس جي آچر جو ٻڌڻ ڪاني هندو ۽ مسلمان فقير آچي گڏ ٿيا هُئا. جيڪي اِتي پهچي هڪ ٻئي سان ملڻ بعد، هڪ هنڌ ويهي پاڻ ۾ پنهنجي مشاهدي ۽ منزلت جا حال اوري رهيا هُئا. جيڪي اسان مسرور فقير جي بلڪل، ويجهو وينا هُئا ذڪر ڪيل، فقراهه جي رهاڻ دوران فقير مسرور اچانڪ چيو ته "يار حنيڏيون وڏيون ڳالهيون ٿا ڪريو. اچو ته هڪ ننڍڙي لِڪ چپ راند ٿا ڪيون.... مان ظاهر ۾ ويچي لِڪان ٿو. اوهان مونکي به ظاهر ۾ ڳولهي وٺو جيڪڏهن اوهان باطن جي طرف ڪان آيا ته مان نه هجيندس. ائين چئي مسرور صاحب اُٿي هليو ويو. فقير غمدل سائين وڏيڪ ٻڌايو ته ٿوري دير مس گذري ته هادي مالڪ قلندر شاهه سرڪار ڪجهه قدر تنبيهه ڪندي فرمايو ته "فقير جو اوهانکي لڪ چپ جي تاڙي هڻي ويو آهي، اُنَ کي به ته ڳولهي لهڻ وارو ڪم ڪري ڏيکاريو."

ان دڙڪي داب سبب فقير مسرور جي ڳالهه آس پاس شروع ڪئي سو پڙ پروڪوند پيو. تنهن ڪري شڪارپور ۽ سندس ٻين ٿاڳن تان پڇا ڪئي سو پر پتو ندارد! هِنَ پريشانيءَ دوران هڪ مست الست اچي پهتو جنهن چيو ته "منصور چڪ ڳوٺ ۾ ننڊ پيو آهي" فقير غمدل ٻڌايو ته فقير مسرور جو مستانه ديوانه صحي طور نالو وٺي نه سگهندا هئا. جنهن ڪري ڪيس منصور ئي چوندا هُئا. بهرحال مست جو اشارو وٺي مان ۽ ڪجهه ٻيا فقير گهوڙن تي سوار ٿي چڪ ڳوٺ مان ڳولها ڪندا آچي حضرت انباهه شريف پهتاسين. جِتي به مسرور فقير جو پتو نه پيو. جنهن ڪري صرف هڪ رات رهي وري صبح جو گهڙا سَنجي نِڪتاسين. صبح جو پهر هو سِجُ آهستي آهستي زمينَ تي پنهنجي روشني پکيڙي رهيو هو هلندي هلندي رستي ۾ هڪ منظر آيو. جِتان مچرن جي ميڙ مان سندن پرنِ ي سج جي روشنيءَ پوڻ اُهي چمڪي رهيا هُئا جن جا ترورا اکين تي پيا ٿي جڏهن اُنَ طرف غور سان ڏٺوسين ته انهن مچرن جو ميڙُ هڪ انسان جي جسم تي پوش وانگر چُهنيل نظر آيس عين انوقت ساڳيو مستُ آچي وارد ٿيو جنهن متي ۽ منهن واري حصي تان مچرن کي هٽن سان پري ڪري چيو "اِجو اِهو اَٿوَ اوهان جو منصور" بابا غمدل سائين ٻڌايو ته واقعي ئي مسرور کي گهري ننڊَ هُئي، جنهن کي اسان جي آوازن تي جاڳ ٿي، اسان به وري ڪيس گهوڙي تي ٻيلهه ويهاري سِڌو سائين قلندر شاهه سرڪار جي حضور ۾ نبي شاهه وڳڻ ڳوٺ وٺي آياسين هن حڪايت ٻڌائڻ بعد غمدل سائين (متوفي 1972ع) جنهن جو اصل نالو عبدالخالق هو. مونکي

چيائين تہ "ڪجھ شعر ڪلام بہ چوندو آهين"......! مون عرض ڪيو تہ هائو سائين ڪڏهن ڪڏهن لڙهو ايندو آهي. جنهن تي پاڻ مرڪيو بہ هو ۽ مونکي پيشانيءَ تي چُمي ڏيندي فرمايائين تہ "اوهان کي مسرور بابا طرفان ڳائڻ جو شعر چوڻ جو ونڊُ مليل آهي. سواءِ تي ڪڏهن بہ بندش نہ وِجهجانءِ. هِيءَ قدرتي راز هوندو آهي جنهن جي روڪڻ سان ادارڪ مشاهدي ۽ وصال جون تاڪيون بند ٿي وينديون آهن. ها تہ ڪنهن وقت پنهنجي نفساني خواهش جيڪا ذڪر کان غفلت سبب اُپرندي آهي. اِنَ تحت بہ ڪجھ منظوم جملا ذهن تي قبضو ڪري وٺندا آهن. پر جيڪڏهن توحيد يعني هيڪڙائي جو تصور غالب رهندو تہ هي سڀ خيال خام خطرا ۽ وسوسا رَفو ٿي ويندا.

نيڪ روشن هجي تہ فقير غلام علي مسرور ابتدا ۾ ئي پنهنجي والد سڳوري رحيم بخش بدوي صاحب جي زير نظر، سنڌي فارسي، اردو انگريزي عربي وغيره ۾ سٺي مهارت حاصل ڪري چڪو هو پاڻ تہ روز جي نشست برخواست ۾ سرائڪي ۽ بلوچي ٻولين کي بہ خوب ڄاڻيندو هو. ان کان علاوه هندو دوستن ۽ هندو يا گرمکي ڪِتابن جي مطالعي سبب هندي ڀاشائن تي بہ عبور رکندو هو. جڏهن فقير مسرور بابا مٿي ذڪرُ ڪيل ٻولين ۾ طبع آزمائي ڪندي ظاهري طور ڪجھ قدر مشهور ٿيو تہ روهڙيءَ جي سنڌس هڪ همعصر پنهنجي پسند جي شاعر کي هفت زبان شاعر ظاهر ڪنديءَ نشر و اشاعت جو ڪم بہ شروع ڪري ڏنو هو حالانڪ سنڌس پسند جو شاعر ڇهن ٻولين تي ئي عُبور رکي چڪو هو. پر ذڪر ڪيل شاعر جي تخليلاتي پرواز کي هن وقت تائين ڪو بہ عام يا خاص شاعر ڇُهي نہ سگهيو آهي فقير مسرور سائين ڇهن ٻولين، سنڌيءَ سرائڪي، فارسي، اردو هندو ۽ انگريزي زبان ۾ لکندي پاڻ موکي ڇڏيو آهي. پاڻ پنهنجي دور جو پڙهيل ڳڙهيل ماٺهو هو ۽ ساڳيءَ وقت جي پڙهيل ۽ علمدار شاعرن ۾ ان ڪري بہ منفرد هو. جو ان دور جو شاعرن ۽ فيلسوفن تصوف جي باب تي ايترو ڪم نہ ڪيو هو. جيڏو فقير بابا مسرور ڪم ڪيو آهي.

فقير مسرور سرڪار شاعريءَ ۾ اڪثر گهربل تقاضائون ڪافي حد تائين پوريون ڪيون آهن. پاڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ قافيہ رديف جي پختگي، عروضي توازن، چند ۽ موسيقيءَ جي بندشن جي بہ خوب پابندي رکي آهي.

شعري گھاڙيتن ۾ ڪافي، بيت، غزل، نمري رباعي سان گڏوگڏ، مثنوي مسدس، مخمس، مثلث ۽ طويل بحر تي بہ خوب طبعي جولانيون ڏيکاريون آهن. فقير مسرور سرڪار جي لکڻين ۾ ديني داري، لا مذهبيت اخلاقيات حب الوطني يا قوم پرستي کان وڌيڪ تصوف جو تجلو نمايان طور موجود آهي. سندس لکڻين ۾ استعارا، ڪنايہ، تضمينون ۽ ضرب المثل وڏي عمدگيءَ سان ڏنيون ويون آهن.

سال 1961ع دوران لاڙڪاڻي ۾ تربيت، سانگي رهندي، پنهنجي هڪ پياري رشتيدار قلندر بخش بدويءَ سان ملاقات ٿي، جنهن بہ فقير مسرور بابا لاءِ پنهنجي ذهن ۾ ڏاڍيون عمديون ۽ وڏي راز واريون ياداشتون محفوظ ڪري رکيون هيون. سائين قلندر بخش بدوي عروضي غزل ۽ آزاد شاعريءَ تي تمام گهڻو عبور رکندڙ هو پاڻ وڏو محبتي ۽ عشاق ماڻهو هو هي مائٽ منڊو بہ ابتدائي تعليم جي سلسلي ۾ ميان رحيم بخش بدوي ۽ بابا مسرور جي نگهداشت تحت شڪارپور ۾ اسانجي گھر ۾ رهندو هو. پاڻ جڏهن جوانيءَ جي آوستا کي رسيو تہ لاڙڪاڻي وڃي رهيو جتي سندس زمينداري ۽ ٻيو ڪاروبار هوندو هو ميان قلندر بخش بدوي بابا مسرور جو قريبي رشتيدار هو جنهن سبب ڪيس ماما ڪري سڏيندو هو. اُن تربيتي دور ۾ ميان قلندر بخش بدوي سان تمام ٿوريون ملاقاتون نصيب ٿيون پر معلومات نقطئہ نظر کان تمام ڀرپور گڇهريون ٿيون هيون. هڪ روح رهاڻ دوران ٻڌايائين تہ "فقير ماما غلام علي مسرور پنهنجي دور جو هڪ مشهور عالم اديب ۽ شاعر هو. پاڻ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو سرگرم رڪن هو. ذڪر ڪيل بزم - مشاعره جي سڀ ڪنهن ڪانفرنس ۽ مشاعري ۾ پوري پابندي سان حصو وٺندو رهندو هو. پاڻ پنهنجو نظم اڪثر طور ترنم ۾ آدا ڪندو هو. بعضي بعضي يڪتارو ۽ ستار جو ساز بہ استعمال ڪندو هو ذڪر ڪيل سازن جي ميلاپ سبب سندس پيش ڪيل شاعري ٻين شاعرن جي ڀيٽ ۾ زياده داد حاصل ڪري وٺندي هُئي.

هڪ دفعي بزم مُشاعرن لارڪاڻي جي گڏجاڻيءَ ۾ هڪ انگريز آفيسر بہ اچي ويٺو هو جنهن ويهي چيو تہ (Any Poem in English) ڪا انگريزي ۾ شعر ٻڌايو. تنهن تي فقير ماما سائين انگريزي ۾ (Die before you may die) شاعري ٻڌائي، جنهن سبب اُهو انگريز آفيسر ڏاڍو مُتاثر ٿيو هو اهڙي طرح

پنهنجي ٽيلهي مان ڪيميرا ڪڍي ماما مسرور جو فوٽو بہ ڪڍيو هُئائين. ان ڪچهري دوران ميان قلندر بخش بدوي ڪرسيءَ تان اُٿي ڪِتابن جي ڪٻٽ مان اُهو فوٽو مونکي ڏنو جيڪو مون ڳليات مسرور جي اشاعت سبب پنهنجي نئين ياءِ ڪي ڏنو هو (ماشاءالله).

ميان قلندر بخش بدوي مزيد بيان ڪندي ٻڌايو تہ "حالانڪ ماما مسرور فقير تمام نِهٺو نياز نِوڙت وارو ماڻهو هو پر پنهنجي ذات ۾ تمام وڏو عظيم ۽ مدبر انسان هو هڪ دفعي جو ذڪر آهي تہ بزم مُشاعره جي رڪن شاعر حضرات تي طرحي مشاعري جو شوق تمام گهڻو طاري رهڻ لڳو هو جنهن تحت ڊاڪٽر اقبال جي غزل جي ڪنهن سِٽَ جو منظوم ترجمو ڪري طرح مصرع جوڙي بزم جي شاعرن کان اُنَ ئي طرح مصرعہ تحت شعر ٻڌو ويندو هو. هن ضمن ۾ هڪ لڳا. ڊاڪر اقبال جي هڪ مصرعہ جي ترجمي تي طرح ڪجهہ هن طرح مقرر ڪئي وئي هُئي "خُدا بندي کان خود پڇندو سندءِ آخر رضا ڇاهي" ماما مسرورانَ مصرع تي فقط اعتراض نہ بلڪ هڪ طنزيہ ٽهڪ هڻي کليو بہ هو.....! ان بعد ڊاڪٽر ابراهيم خليل صاحب ۽ ڪجهہ ٻين شاعرن. ڪانفرنس دوارن ذڪر ڪيل طرح مصرعہ کي وڏيڪ اهميت ڏيندي چيو هو "تہ ڊاڪٽر اقبال جي غزل جو هي شاهہ بيت آهي. جنهن مان طرح مصرعہ جوڙي وئي آهي. تنهن تي ماما مسرور چيو هو تہ "ڀلا آخر اُهو شاهہ بيت آهي ڪهڙو؟ تنهن تي عبدالفتاح عبد صاحب فرمايو تہ "خودي ڪو ڪر بلند اِتنا ڪي هر تقدير سي پهلي، خُدا بندي سي خود پوڇي بتا تيري رضا ڪيا هي" ان شعر چوڻ وقت عبد صاحب آواز کي گرجدار بنايو هو. المختصر، متي ذڪر ڪيل اعتراض جي مد نظر ماما مسرور کان شروع ۾ ئي غزل پڙهايو ويو هو هن دفعي ماما مسرور جي غزل پڙهڻ جي نوعيت عام طرح کان منفرد پئي محسوس ٿي، پاڻ غزل پڙهندي اهميت ڀري فقري کي ورجائي ورجائي، سمجهائڻ وارو اندازُ جاري رکيو هُئائين. سندس غزل سنڌي ٻولي ۾ تمام جاذب ۽ غور طلب هو. جڏهن پاڻ غزل جي ابتدا ڪيائين. تہ ڀهريائين غزل جي گِرهہ ڇپائين جيڪا اِجها هن طرح هُئي.

ڏسين ٿو ڪجهه تون دنيا ۾ ته ڪي توڪان سوا ڇا هي
اگر ناهي ته ڇا ناهي - اگر آهي ته ڇا آهي

ذڪر ڪيل سٽن جي پوري ٿيڻ ڪان اڳ ئي وهه واهه جي ورڪا شروع ٿي ويئي، پر جڏهن ماما مسرور وڏيڪ مصراعون پڙهندي هن شاهه بيت ڪي ادا ڪيو ته ائين پئي محسوس ٿيو ته اسان مان ڪو به ماڻهو وجود پنهنجي ۾ بنهه موجود نه آهي.

خودي ماري رهي بيخود- وڃُو ٿي خود خدا ڪان وڃ
خدا پي جڻن چوي منهنجا خُدا تنهنجي رضا ڇا هي؟

ماما مسرور فقير جي غزل پوري ٿيڻ شرط جناب محمود خادم، جيڪو بزم مشاعره جو باني هو تنهن هڪدم اُٿي ماما مسرور فقير جي پيشانيءَ تي چُمي ڏئي فرمايو ته "اڄ ڪانپوءِ ڊاڪٽر اقبال صاحب جي شاعريءَ تي نه ڪا طرح مصرعه جوڙي ويندي نه ڪو شعر گهڙبو ۽ نه وري سندس تقليد ڪبي. اسان جي سنڌ جي تصوف جو دائرو ڪائنس الڳ ۽ منفرد آهي. ياد رکندا ته ياءِ مسرور جي مصرعه "خُدا پي جڻن چوي منهنجا خُدا تنهنجي رضا ڇاهي" اهڙي ته وحدت جي وادي ۾ وٺي وڃي بيهاريو آهي، جتي هر سُو خدا ئي خُدا آهي. سچ ته آن ذڪر ڪيل واديءَ ۾ ڊاڪٽر اقبال واري بيان ڪيل بندي جي ڪا به گنجائش نه آهي.... ان بعد باقي رهيل پروگرام بغير ڪيفيت جي پڄاڻي کي رَسيو هو.

سُني ارني اپني سي ڪهي اپني ڪولن تراني
سامع ڪليم مئن هُون - جواب و سوال ايڪ

(حضرت بيدل رحہ)

فقير مسرور بابا، مرشدنا حضرت قادر بخش بيدل جي محبتي مشرب جو طالب ۽ سندس ئي مڪتب فڪر جو شاعر ۽ منصف هو. ياد رهي ته مٿي ذڪر ڪيل مصرعه ۾ حضرت بيدل رحہ فرمائي ٿو ته ارني (ديدار ڪراءِ) لن تراي (ڏسي نه سگهندين) اِهي ٻئي آواز مون پاڻ منجهان ئي ٻُڌا آهن. ٻڌڻ ۽ چوڻ وارو مان پاڻ

هيان. منهنجي مقام ۽ حال ۾ جواب ۽ سوال ھِڪُ آهن. جتي ربوبيت ڪارفرما آهي اُتي عبديت جي ڪا ٻه گنجائش نہ آهي. خدا ۽ بندو ڪنهن ٻه حالت ۾ يڪجاء نہ ٿا رهي سگهن.

خودي ۽ خدا ـ ڪين مائيندا من ۾
ٻن ترارن جاء ـ ناهي هڪ مياڻ ۾
(حضرت لعل لطيف رح)

فقير مسرور سائين انگريزن جي دور جو ماڻهو هو. جنهن دور ۾ اسلامي قدرن ۽ اخلاقيات تي بيروني رَوشون اثر انداز ٿي رهيون هيون. پاڻ اِنَ ڳالھ کي سختيءَ سان محسوس ڪندي سنڌ جي نوجوانن لاءِ هڪ منظوم ڪِتاب جوڙيائين جيڪو مسدس مسرور عرف هيرن جو هار نالي سان ڪاليجن ۾ لازمي طور پڙهايو ويندو هو. ان کان علاوه هير رانجهو متعلق شاعري جو صغيم داستان ٻه تصنيف ڪيائين. جيڪو سنڌي زبان ۾ هڪ عظيم ۽ منفرد ڪِتاب آهي. اهڙي طرح تصوف پسند ماڻهن لاءِ نفس ڪشي، خودي ۽ حسد جي ترڪ طرف اشارا ڪندي نثري ڪِتاب، من جي مستي، سلطاني سهاڳ ۽ دشمن نالي ڪِتاب لکيائين ـ انهن کان علاوه هندو دوستن لاءِ سنڌن ئي ٻاشا ۾ پراڻا جوڙيائين جيڪا مدح ستگرو يعني سائين جي سوکڙي نالي مشهور ٿي. ذڪر ڪيل ڪِتابچو ڪيترن هندو درويشن جي جيب ۾ موجود رهندو هو جيڪي ڪنهن دربار يا ڌرمي آشرم ۾ وڃڻ وقت پابنديءَ سان پڙهندا هُئا.

فقير غلام علي مسرور ۾ سڀ اُهي خصوصيون موجود هُيون. جيڪي هڪ صوفي ۽ سالڪ ۾ هئڻ گهرجن. هي درويش پنهنجي مرشد حضرت قادر بخش بيدل عليہ رحمت جو ديوانو پروانو عاشق ۽ دل گهريو فقير هو جيڪڏهن مسرور بابا جي عشق کي سمجهڻو هجي تہ سندس لکتن کي تصوف جي نگاھ ۽ خيالَ سان ڏسبو تہ ڪابہ الجهن ۽ مونجهارو باقي نہ بچندو. مون ڪوشش ڪري فقير بابا جي فقيري حال نامہ تي چند فُقرا لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. حقيقت ۾ فقراھ جو حال نامو تصوف جي شائقن لاءِ مشعل راھ ثابت ٿيندو آهي. فقير

مسرور بابا جو راڳ ويراڳ سان حد کان وڌيڪ عشق هو. سندس اِنَ مضروفيت کي ڏسي اسلام پسند اديب ۽ ليکڪ مٿس جرح ڪندا هُئا. جنهن ڳالهه کي فقير بابا اهميت نہ ڏيندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ائين فرمائيندو هو تہ ملامت من صاف ڪرڻ جو هِڪ سيقل آهي. اِنَ هوندي بہ موسيقيءَ جي حق ۾ هڪ ڪِتاب "راڳ جي شرعي حيثيت" بہ تصنيف ڪيائين جيڪو ڪريم بخش خالد. ڊائريڪٽر اِنفرميشن جي شوق سبب "پيغام" سرڪاري ماهياني رسالي ۾ بہ شايع ٿي چڪو آهي. نيڪ روشن هجي تہ ذڪر ڪيل ڪِتابَ جو ڪو بہ معاوضو ورتل نہ آهي: (ماشاءالله). عرض تہ مون ڪوشش ڪندي فقير بابا جي پيار جي پالوٽ جو حق ادا ڪرڻ لاءِ سندس واسطي هي سڀ ڪجھ لکيو آهي.

جان ديدي دي هوئي ـ اُسي کي ٿِي
حق يہ هئي کي حق ادا نہ هوئا

(مرزا غالب)



# حضرت انور علي شاهہ جهانپوري

صوفي لا ڪوفي - ڪير پائين ڪيڙ
منجهيئي منجهہ وڙهي - پڌر نہ آهيس پيرُ
جنهين ساڻس وير - تئي تهين جو واهرو
(حضرت لعل لطيف رح)

مون پنهنجي ننڍي اوستا ۾ ئي مٿي ذڪر ڪيل حال وارا ڪافي درويش ڏٺا. جنجي زيارت بابا مسرور رح جي طفيلي. نصيب ٿيندي رهندي هُئي. چاڪاڻ تہ اِنَ قسم جا سرمست وقت بوقت بابا مسرور رح جي ڪچهريءَ ۾ ايندا ويندا هُئا. انهن سرمست درويشن مان حضرت سر دار انو علي شاهہ جهانپوري واري جون بہ ڪافي يادگيريون دل ۽ دماغ تي نقش ٿيل آهن. جن مان ڪجهہ هِتي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

اسان جي پاڙي جي ٻاهران دادوائي روڊ آهي. جِتي هڪ هندو وڪيل مرليڌر صاحب جي هڪ وڏي ايراضي تي مشتمل هڪ زبردست ٺهيل عمارت اڄان تائين موجود آهي. جنهن ۾ هڪ اسپتال، هڪ اسڪول، هڪ مندر ۽ هڪ زالدين جو تفريحي مرڪز بہ ٺهيل هو. هن عمارت جي مندر واري حصي ۾ وقت بوقت صوفي درويش ۽ سادو سنت اچي رهندا هُئا. چيو وڃي ٿو تہ اِنَ مندر ۾ سنت ڪنور رام بہ پنهنجي ڀڳتن ۽ جاجڪن سان گڏ اچي ڪيرتن ۽ ڀڳت ڪندو هو سائين شهنشاهہ انور علي شاهہ اڪثر شڪارپور ۾ اچي اِن ساڳي مندر ۾ رهندو هو ساڻس هر وقت ويراڳي ۽ رياضت وارا درويش گڏ ايندا رهندا هُئا. جيڪي اڪثر طور گيڙو نارنگي ۽ هيڊِين پوشاڪن ۾ ملبوس هوندا هُئا...... مان بہ

1944ع کان 1948ع تائين ذکر ڪيل عمارت جي اسڪول واري حصي ۾ پڙهندو هوس. ان سبب ايندي ويندي به سندن زيارت نصيب ٿيندي رهندي هُئي. نيڪ روشن هجي ته درويشن جي آمد سبب هن عمارت ۾ آئي پهر راڳ ويراڳ جاري رهندو هو. سرڪار انور علي شاهه کان علاوه پيا به ڪيترائي درويش اِنَ عمارت ۾ رهندا هُئا. پر سائين انور علي شاهه سرڪار کي ان ڪري به سڃاڻي وٺندو هوس. ڇاڪاڻ ته پاڻ پنهنجي آمد رفت وقت ايندي ويندي بابا مسرور سان ملاقات ڪرڻ ضرور ايندو هو. فقير بابا مسرور رحه اهڙن درويشن صفت مُحبن لاءِ هڪ خوبصورت اوطاق به سجائي ۽ سينگاري رکي هُئي. جنهن جي ديوارن ۾ وڏن آئينن سان جڙيل ڪبٽ لڳل هوندا هُئا. جن ۾ درويشن جا شايع ٿيل ڪِتاب قلمي شاهڪار رکيل هوندا هئا. درن ۽ درين ۾ رنگين شيشا لڳل هوندا هُئا. جن مان ٻاهران ايندڙ روشنين سبب اوطاق ۾ اندر ڪافي رنگين جهرمر ڦهليل هوندي هُئي.

هڪ دفعي جو ذڪر ڪجهه هن طرح آهي ته سرڪار انور علي شاهه شڪارپور مان واپسيءَ وقت، بابا مسرور کان تڪڙ ۾ موڪلائڻ پئي چاهيو. ان وقت بابا بابا مسرور رحه مون راقم جي دائمي بيماريءَ جي شفا لاءِ هڪ تعويذ جي گهُر ڪئي، پر سرڪار پاڻ ان وقت جي ڪاڏي مان بچيل، حصو منهنجي ڪارائڻ لاءِ ڏيندي فرمايو ته "اِهو نينگرُ جڏهن بلوغت کي رَسندو تڏهن ازخود نيڪ ٿي پوندو" ٿيو به ائين جيئن سرڪار فرمايو ذڪر ڪيل علالت کان بلوغت جي سن بعد ئي ازخود شفا ملي وئي هُيم.

سال 1947ع ۾ ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. هندو وڪيل مرليڌر جي لڏي هندستان وڃڻ سبب ذڪر ڪيل عمارت جو فقط اسڪول وارو حصو. اسڪول هئڻ سبب ئي محفوظ رهيو. باقي سموري عمارت سرڪاري آفيسرن ۽ خانگي ماڻهن جي تحويل ۾ اچي وئي.

ذڪر ڪيل عمارت جو هِڪُ حِصو سرڪاري انجنيئر محترم غلام محمد پنجابيءَ جي قبضي ۾ هو سرڪار انور علي شاهه اُنَ دور ۾ آمد وقت، اِنَ انجنيئر واري جڳهه ۾ رهندو هو. هي انجنيئر صاحب سرڪار انور علي شاهه جو معتقد رهيو هو...... انجنيئر غلام محمد جو پٽ غلام اڪبر مون سان گڏ پڙهندو هو. تنهن جي دوستيءَ سبب به سرڪار انور علي شاهه جي ويجهڙائي نصيب ٿيندي رهندي هُئي.

فقير بابا مسرور رحه جي وصال ڪانپوءِ به 1955ع تائين ڪافي بزرگن جون رهاڻيون نصيب ٿيون هيون اُن دور ۾ سائين انور علي شاهه شڪارپور ۾ ته ايندو هو. بلڪ اسان جي پاڙي ۾ فقير بابا مسرور رحه جي عدم موجودگي سبب وري ڪڏهن نه آيو... وقتي طور شڪارپور جي صدر محلي ۾ پنهنجي محبت وارن وٽ ايندو هو جتي استاد عبدالرزاق شاهه راڳيءَ جو گهر هوندو هو سرڪار انور عليشاهه سندس راڳ وڏي شوق سان ٻڌندو هو ان وقت مان به خبر پوڻ شرط اُتي وڃي زيارت ڪندو هوس. ان دور ۾ جيڪڏهن استاد عبدالرزاق شاهه ڪٿي ٻاهر ويل هوندو هو ته سرڪار انور علي شاهه شڪارپور ۾ بنهه نه ترسندو هو.

ذڪر ڪيل سال 1955ع کان مان سنڌي ماستريءَ سان لاڳاپيل هوس ڊيوٽي ٽائيم بعد فقير بابا مسرور رحه جي اوطاق ۾ راڳ روپ اندر گذرندو هو.

سال 1957، 1958ع ڌاري مان شڪارپور شهر جي ٻاهران جنو شريف ڳوٺ ۾ ماستري ڪندو هوس جتي ماتا کان بچاءُ جي ويڪسينيشن لاءِ شهر خانواهڻ ضلع خيرپور جو هڪ ويڪسينيٽر ويڪسينيشن لاءِ مقرر ٿي آيو هو سندس ڪم پوري ٿيڻ بعد تعارف دوران اُنَ ويڪسينيٽر ٻڌايو ته منهنجو نالومحمد عثمان آهي. مان ٿوري گهڻي شاعري به ڪندو آهيان. ۽ مان خاص طور سيد انور علي شاهه جهانپوري واري جو طالب مريد آهيان..... اهو احوال ٻڌڻ شرط منهنجي اکين ۾ سرڪار انور علي شاهه بادشاهه جي صورت ڦري آئي. سچ ته اُنَ وقت مون محسوس ڪيو ته منهنجي وجود ۾ هڪ ٻيو به روح سمائجي ويو آهي.....

اهڙي طرح ويڪسينيٽر محمد عثمان سان ميل ميلاپ به وڌندو رهيو. هڪ دفعي ٻڌايائين ته چوڏهين رجب تي مرشد سرڪار، جيڪب آباد لڳ، ڳوٺ عمراڻي پور ۾ اچي ٿو..... نيڪ روشن هجي ته ان ڳوٺ ۾ سرڪار انور علي شاهه جو هڪ سرمست طالب چاڪر خان المعروف شائق فقير عمراڻي رهندو هو. جيڪو بابا مسرور جي وصال کان به اڳ شڪارپور ۾ اسان وٽ ايندڙ هو. مطلب ته محمد عثمان جي صلاح سان جيڪب آباد لڳ عمراڻي پور ۾ اچي پهتاسين. جتي اسان کان اڳ فقير عبدالخالق غمدل رحه، سيد غلام صطفيٰ ۽ سيد غلام مرتضيٰ شاهه. سرڪار صاحبڏنو شاهه وستي ڏڏيءَ جا فائق، فرزند پهچي چُڪا هُئا جتي اول ۾ رقص ڌمال ٿي، بعد ۾ لنگر نياز ٿيو ۽ پوءِ پوري رات راڳ ويراڳ هليو هو. پورو ياد نه آهي ته اِهو ميلو ٽي ڏينهن هليو يا چار ڏينهن. مطلب ته هن مڪان تي لا مڪان

وارا آثار پئي معلوم ٿيا. جِتي ايڏي تہ محويت هُئي، جو ڏينهن ڏهاڙي ۽ تاريخ وغيره جي جَڳِ تہ ڳالَ ئي رَفو ٿي چُڪي هُجي.

نہ ڏينهن ڏنم نہ رات ڇِتي نہ شمس قمر شهاب عجب
نہ سرد گرم نہ ريت متي ـ نہ جاڳ رهي نہ خاب عجب
(فقير مسرور رح)

اِنَ پيري سرڪار انور علي شاهہ سان ملڻ وقت، مان دل جهلي نہ سگهيو هوس...... منهنجي ڪجهہ قدر واپس ٿيڻ سبب، سرڪار انور علي شاهہ، مونکي بروقت ئي ڪوٺي ورتو. ۽ ايڏو پيار ڪيائين جو مان ڪپهہ جي پوئي وانگر ملائم ٿي چُڪو هوس. اِنَ دوران منهنجي ڪاڏيءَ ڪي هٿ مُبارڪ سان متي ڪري مرڪندڙ چهري سان مونکان پُڇيائين تہ "فقير مسرور جو هڪ فرزند بيماررهندو هو اهو ڪهڙو آهي؟"......... مون عرض ڪيو تہ "سائين عمر جا چوڏهن ورهيہ تہ مان بيمار رهيو هوس"..... تنهن بعد سرڪار انور علي شاهہ، پنهنجي منظور نظر منگهن سرڪار کي چيو تہ "منهنجي سفري ٿيلهي مان بسڪوٽ ڪڍي هن محبوبڙي کي کاراءِ..... هيءُ جڏهن بيمار هو تڏهن بہ هن کي شڪارپور ۾ دعوت ڪارائي هُئي. اهڙي طرح منگهن سائين مونکي ٿيلهي مان بسڪوٽن جو ڊبو ئي ڪڍي ڏنو. ۽ پرسان ويٺل فقير شائق سائينءَ مونکي چانهہ جو پيالو پري ڏنو ۽ مان کائڻ ۾ مگهن هوس، تہ سرڪار انور علي شاهہ منهنجي طرف رخ مُبارڪ ڪندي فرمايو تہ "فقير مسرور سائين ظاهري وصال بعد روهڙيءَ ۾ پنهنجي مرشد سرڪار بيدل بادشاهہ جي حضور ۾ دائم موجود رهندو آهي، سو اوهان بہ شهنشاهہ بيدل رح جو در نہ ڇڏجو" سرڪار جي ان آگاهي بعد ڪجهہ قدر اشارو ڪيل ماجرا مُطابق گهڻو ڪجهہ ڏسڻ ۾ آيو هو.

هن ميل ميلاپ سبب، سرڪار انور علي شاهہ جي جيڪب آباد واري نقراهہ سان لڳ لاڳاپو وڌيو ان دور ۾ جيڪب آباد جو هڪ هندو فقير جنهن جو نالو نارائڻ داس هو مالڪ انور علي شاهہ ڪيس ناريلُ بہ سڏيندو هو. ان مونتي زور رکيو تہ ""مون وٽ جيڪب آباد اَچ، جِتان ريل گاڏي تي جهانپوري هلي مرشد پاڪ سان ملاقات ڪنداسين."..... بهرحال ان سلسلي تحت ئي جيڪب آباد

وچي پھتو هوس جتي ناراڻ فقير سان ملڻ بعد. جهانپور شريف وڃڻ لاءِ جيڪب آباد جي اسٽيسن تي پهچڻ وقت ريل گاڏي پليٽ فارم ڇڏي چُڪي هُئي. اهو ڏسي ناراڻ رڙ ڪندي چيو "انور سرڪار ريل کي بيهار"...... ريلَ بيهجي وئي..... اسان هئي ريل طرف ڊوڙندي وڃي هڪ گاڏي ۾ چڙهياسي. پر ريل جي گاڏي ۾ ويهڻ لاءِ ڪا وٿي به بچيل ڪانه هُئي، ۽ گاڏي به اسپيڊ ۾ هلي رهي هُئي...... اچانڪ ناراڻ ويٺل ماڻهن کي چيو ته "هن سيد بادشاهه کي گهٽ ۾ گهٽ ته ويهڻ جي جاءِ ڏيو" گاڏي ۾ ويٺل به تي ماڻهو پري ٿي ويا. جنهن سبب ڪافي خالي جڳهه ڏسڻ ۾ آئي جتي ناراڻ پاڻ به ويٺو ۽ مونکي به ڪٽي ويهاريائين سفر خير سان پورو ڪري سرحد اسٽيشن تي لهي، باقي پنڌڙو پيرين پيادل ڪري سرڪار انور علي شاهه جي ڪچهري ۾ پهچي قدمبوسي ڪري ويناسين هئس ته ناراڻ سائين کي چيو ته "سرڪار جيڪب آباد اسٽيشن تان ريل ڇُٽي چُڪي هئي، اوهان کي سڏ ڪيو سي ته ريل بيهجي وئي.

مرشد جنهاندا ڪامل هووي طالب خطا نه ڪاوي

لک ڪوهان تي طالب هووي۔ هٿ تي آڻ بچاوي

ناراڻ جي ان احوال تي، بادشاهه انور گهوٽ فرمايو ته "ناريل منهنجي پُنيان پهراڻ مٿي ڪري ڏس......! جڏهن ناراڻ سرڪار جو پهراڻ مٿي ڪيو ۽ سندس ڳلهن ۽ پُٺيءَ تي ريل گاڏيءَ جي مشين جي مُنهن واري لوهي جهنگلي جا نشانَ ۽ زخم ڏٺا ته سندس دانهن نڪري وئي ان وقت مون پنهنجي دل ۾ چيو ته "اِنَ تورڙي ڳالهه تي مرشد کي تڪليف نه ڏيڻ گهرجي ها."

"پاڻ ڪنهن ٻي گاڏيءَ ۾ به اچي سگهياسين." ...... مُنهنجي اِنَ سوداءَ دوران سرڪار مُنهنجي منهن طرف پئي نهاريو...... اِهو ڏسندي ناراڻ سائين کي چيو ته "هن درويش ريل جي گاڏي ۾ سيد سڏايو آهي. تنهن تي سرڪار فرمايو ته "ناريل هڪ ـ رَتُ پِٽ جي اولاد هوندي آهي ۽ هڪ وري دم خيال ۽ توجه جي اولاد هوندي آهي"..... "محبت وارا دم خيال ۽ توجه جو اولاد ٿيندو آهي هي درويش به اسان جي آڏو اِنَ اولاد مثل آهي. جيڪڏهن هن مونکي سيد ڪري سمجهي ٿو ته اِنَ درويش تي اعتراض ڇو ٿو ڪرين..... پر ياد رکجان ته پاڻ وڏائڻ ۽ دوئي رکڻ سان فقير ٿي نه سگهبو آهي"

انور عين هويا اثباتي – مرجي منصب پاياري
جوئي ويکي رمز هماري – جِيتي هِي مر جاياري
(سيد انور علي شاھ)

هڪ دفعي فقير محمد عثمان ويڪسينيٽر ٻڌايو ته سندس بدلي شڪارپور لڳ خانپور ڳوٺ ۾ ٿي آهي. ذڪر ڪيل دور ۾ منهنجي ذهن تي روح رهاڻ جو جُنون سوار هوندو هوانَ جذبي تحت گهڻو وقت روح رهاڻ ۽ سالڪن جي صحبت ۾ گذرندو هو...... ان سبب ۽ دوست فقير محمد عثمان ويڪسينيٽر جي خانپور وڃي رهڻ ڪري مان به چنچر ۽ آچر جو ڏينهن وڃي ساڻس رهندو هوس ان دور ۾ حضرت پيل فقير جي مريدن جي خانپور ۾ چڱي خاصي اڪثريت هُئي، جنهن ڪري فقيرن جي روح رهاڻ به تمام خاصي هوندي هُئي. المختصر اِنَ نفراهي رهاڻ ۾ پنهنجو وقت به سجايو ٿي پوندو هو.

صحبت سپيرين جي –اِي پڻ وڏي حاج
قضا ڪر نماز– وقت ورائڻ ويجهڙو

هڪ دفعي خانپور ۾ ڪچهري دوران سيد ابراهيم شاھ بُخاريءَ چيو ته "مرشد سرڪار انور گهوٽ جي ديدار لاءِ مون سان گڏجي هَلُ" ان بعد ساڻس گڏجي هَلِيس. جڏهن جهانپور جي ڳوٺ ۾ اندر پهتاسين ته هِڪَ ماڻهوءَ مونکي ڳَنَ کان پڪڙي جهَلي ورتو ۽ سيد ابراهيم شاھ کي گهڻ وڏ ڳالهائيندي چيو ته "چا ڏنو آهي اوهان...... انور ۾............ خُدا خراب ڪيو آتو. چڱو ڇاڻو ته هِتان ئي موٽي وڃو نه ته اوهانجون ننگون، ٻانهون ڀڃي ڪُتي ماري درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏينداسين." ان کان علاوه هن تمام گهڻي کان گهڻا ناشائسته لفظ به پئي ڪڍيا. بس ويرم نه گذري ته اچانڪ هڪ مهر قوم جو وڏيرو اُتان لانگهائو ٿيو...... تنهن گرجدار آواز ۾ چيو ته "پيرا! اهو ڇاهي؟ اُهو پير، مهرَ وڏيري کي ڏسڻ سان وڃي پيرين پيو ۽ عرض ڪيائينس ته "پوتار مس مس اسانجي ڳوٺ آيا آهيو...... قرب ڪري اسانجي مڪان تي هَلو...... خبر ناهي ته...... وري اوهان ڪڏهن اچو تنهن تي وڏيري مهر چيو ته "چا رکيو آهي اوهان وٽ ...... چڙو ٺهلا ٺانگر آهيو هاڻي اڪين اڳيان پري ٿيءُ، مونکي شهنشاھ انور سرڪار کان دُعا طلبي ڪرڻي آهي. ان طرح پير صاحب کي ڪجهه قدر پري ڪندي، اسان کي پيار ڏئي چيائين ته "هلو بابا

هلو"..... اهڙيءَ ريت سرڪار جي حضور ۾ اچي پهتاسين ۽ قدم بوسيءَ ڪري ويناسين.

وڏيري مهر پڇڻ شرط سرڪار انور گهوٽ جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته "قبلا اوهانجي ڳوٺ جا سيد، هر اينڊڙ ويندڙ تي جبر ۽ جرح ڪن ٿا..... اوهان فقط اجازت ڏيو ته انهن کي مهتو ڏئي ڇڏجي". تنهن تي سرڪار انور علي شاهه بادشاهه فرمايو ته "ادا..... هُو..... هوڏانهن نم جي هيٺان جيڪو مستُ وينو آهي، اُن وٽ وڃو جيئن اُهو ڇوي تيئن وڃي ڪيو"

سائين جي امر سبب، مهر وڏيري سان گڏجي اُنَ اشارو ڪيل وڻ هيٺان وينل مست وٽ جيسين پهتاسين ته ان ڳالهائڻ شروع ڪيو ڇئي ته "..... حضرت موسيٰ ؑ رستي ۾ ازده اجگر نانگ ڏٺو ڏاڍو ٿلهو ڏاڍو ڏگهو هو هار وري ان جي مٿان چڙهي ٽپا ڏئي، پٺيءَ ۾ ڪانا ۽ ڪانيون ٽُنبي رهيا هئا موسيٰ ؑ ان ازده کان پڇيو ته توکي ڪيتري طاقت آهي..... ازده چيو ته مان جي ڦوڪ ڏيان ته جهان جو اڌ سڙي وڃي..... حضرت موسيٰ ؑ چيو ته ڇوڪرا تنهنجي مٿئون ٽپا ڏئي ڪانيون ڪانا ٽنبن ٿا، انهن کي ته ڪجهه به نٿو ڪرين، آزده بلا چيو ته مان فقير جو طالب آهيان ائين چئي مُنهن ڪٽي ٻئي طرف ڪري ڇڏيائين..... ان بعد مهر وڏيري مست کي چيو ته سائينءَ اسان کي تو طرف موڪليو آهي، اسان جي به ڳالهه ٻڌ! پر مستاني ان ڪانپوءِ نه اسانجي ڳالهه ٻڌي ۽ نڪو توجهه ئي ڪيو..... ايتري ۾ هڪ درويش آيو جنهن چيو "سرڪار انور بادشاهه اوهان کي سڏي ٿو هلو هلي ننگر کائو..... ننگر کائڻ دوران مهر وڏيري سائين کي عرض ڪيو ته "قبلا هن ته اسانکي ڪو به جواب نه ڏنو، فقط پنهنجي منهن، حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ ازده نانگ جي ڳالهه شروع ڪئي. پر اسان جي ته هڪ به نه ٻڌائين..... تنهن تي سرڪار انور علي شاهه فرمايو ته "سهپ فقر جو سينگار آهي"

بيدل جَفا ڪاري نهين ڪڇ هماري آختيار
ورنه به فهم ـــ دوستي فرزانه هون فرزانه هون
(حضرت بيدل ؒ)

مان خانپوري سيد سان گڏ اجان جهانپور شريف ۾ هُيس ۽ مهر وڏيرو واپس وڃي چُڪو هو جنهن بعد جهانپوري پير موقعو وٺي، سائين انور شاهه

سرڪار جي آڏو اچي چوڻ لڳا تہ "نہ نماز نہ روزو...... فقط يڪتارا چپڙيون ۽ چيرين جا چمڪارا لڳا پيا آهن، چڱو چاٽين تہ اِهي سڀ، ساز سازي..... نماز پڙهہ.... روزا رَڪُ" تنهن تي سرڪار انور لعل فرمايو "سؤڻ اچو تہ اڳ ۾ نماز ٿا پڙهون. وڏيڪ پوءِ ڏسجي تہ ڇا ٿو ٿئي." ائين چئي پاڻ وڏي ويچ هڻيءِ واري جُنگ ڪوهہ جي پاٽي واري حصي مٿان چادر وڇائي جيڪا هڪ ڪانيءِ جي تختي وانگر ٿبي بيهي رهي ۽ سرڪار اُنَ مٿان چڙهي بعد ۾ سجدي اندر محوُ تي ويو اها ڪيفيت ڏسنديئي...... پيرن پويان پيرَ ڪيا. ان حالت کي ڏسي منگهن محبوب سنگت سان پريان وجداني ڪيفيت ۾ ڳائيندو ڳائيندو هي ڪلام چوندو پئي آيو.

آءِ پُنهل پاڙيون پاڙيون آلا ـ وعدا جي ورهہ وصال جا
مون تہ پنيور ان بس ڪئي ـ طاق هٽي تاڙيون تايون آلا
راتيان ڏينهان هن انور کي ـ هاروچل جون هاڙيون آلا

(سيد انور لعل رحمۃ)

هن ڪلام جي سُرور ۾ محبوب منگهن جي آمد تي، سرڪار انور لعل ڪنڌ مُبارڪ مٿي ڪنيو بعد ۾ ٻئي ڳائيندا نيڻ مِلائيندا اچي پنهنجي بيٺڪ تي پهتا. اُنَ پلڪ ۾ جيڪو محبوب ۽ حبيب جو پاڻ ۾ راز ۽ نياز ڏٺم ان جو ذڪر پوريءَ طرح بيان ڪرڻ محال آهي پر ايترو ضرور چئبو تہ محبت جي شراب جا آبشار اُٿلي پيا هُئا. ڪڏهن ڪڏهن حضرت بيدل عليہ رحمت جي ميلي دوران، حضر انور علي شاهہ کي ڳوليندو هوس جنهنجو خاص سَبب سندس پيار جو پيوند هو..... دل جو دِل ۾ سوچيندو هوس، ڪيئن تہ سائين انور علي شاهہ هن کان اڳ درگاهہ جي ميلي ۾، گيڙو رتل ويسِيدار فقيرن سان اچي رَسندو هو ان وقت ڪيڏو تہ مزوايندو هو، جڏهن سندس فقير، حضرت بيدل رحمۃ جي ميدان ۾ وار ڪولي پوري رات ڳائيندا رهندا هُئا هِنَ دفعي ساڳئي سوداءَ سبب منهنجو ڪنڌُ مڪمل طور جهُڪي ويو هو خبر تڏهن پئي جڏهن سرڪار انور علي شاهہ اچي ڳلهي تي هٿ رکي "حق موجود" فرمايو!........ ڪنڌ مٿي ڪٽي اک کوليم تہ آڏو شهنشاهہ کي سنگ سميت ڳائيندو ڏٺم، ان وقت ڪافي ماڻهو سندس قدم بوسيءَ لاءِ پهچي ويا، جن ۾ روهڙي شريف جي ڪوٽ يعقوب شاهہ جا تمام گهڻا سيد ڏٺم. ان ذڪر ڪيل ميلي ۾ صبح جو ڪافي هندو مرد ۽ عورتون سونين لوٽين ۾ لسي مکڻ ۽ چانديءَ جي ٿالهين ۾ ڦُلڪا (مانيون) کڻي آيا، جيڪي سرڪار انور لعل جي

فقراهہ ڪاڏي، مونکي ساڻن گڏ هجڻ سبب پنهنجو حصو مليو هو......! اُنَ بعد سرڪار پنهنجي سنگ سميت ڳائيندا درگاهہ اندر ويا ۽ ڳائيندا وڄائيندا واپس روانا ٿي ويا.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي تہ مان پنهنجي دوست ويڪسينيٽر سان گڏ چوڏهين رجب واري ميلي ۾ عمراڻي پور پهتو هُيس. ان موقعي تي، سائين جي ڪجهہ مريدن ۽ مائٽن ڪيس ڪنهن رئيس جي دعوت ۾ وٺي وڃڻ تي چاهيو، جنهن تي فقير شائق سائين ڪجهہ قدر اعتراض بہ ڪيو هو. پر سنگت وارن زور ڪري، سائينءَ جي گهوڙي تيار ڪري، اُنَ تي سوار ڪري روانا ٿيا. مان سمجهان ٿو تہ سائين جن چاليهہ پنجاهہ قدم فاصلي تي مس هوندا. تہ هِڪ گرد غُبار واري واچوڙي سنگت سميت سيني کي وڪوڙي ويئي. جنهن سبب، سائينءَ جي گهوڙي بتال ڪائي واپس ٿي. ان سبب سڀ فقير واپس ڊوڙندا پئي آيا، مون ڏٺو تہ فقير شائق سائين جيڪو پنهنجي مڪانَ جي صحن ۾ ويٺو هو تنهن هِڪ وڏو ٿَهڪ ڏنو ۽ مڪان جي دروازي کي ٻانهون ڏگهيري بند ڪري وچ ۾ ويهي رهيو. ان وقت مڪان کان ٻاهر واچوڙي جي تيز هوا سان گڏ برف جا ننڍا ننڍا ڳنڍيا وسي رهيا هُئا. پر مڪان اندر اهڙو ڪجهہ بہ ڪينَ هو. بس ويرمَ نہ گذري سائين گهوڙي تي سوار هو ۽ مڪان جي دروازي تي پهچي چُڪو هو پر فقير شائق سائين دروازي تي رُڪاوٽ بڻيو ويٺو هو ايتري ۾ ٻاهران باقي سنگت بہ آچي پهتي. پر شائق فقير ذرو بہ پري نہ هَٽيو مون ڏٺو تہ شائق فقير اکيون بند ڪري ويٺو هو. ۽ سرڪار انور علي شاهہ ڪجهہ قدر مُرڪي رهيو هو پر پويان ويٺل ملنگ، شائق فقير تي ملامت ڪندي ڪافر، منڪر ۽ گهٽو ڪجهہ وڏيڪ بہ چئي رهيا هُئا. گهٽي دير ڪانپوءِ فقير شائق سائين اکيون کوليندي چيو تہ "هي اوهانجو مرشد آهي منهنجو مرشد منهنجي اندر ويٺو آهي، مون ڏٺو تہ سائين انور گهوٽ پنهنجي ظاهري ساڻين مان، هڪ خوش پوشاڪ ماڻهوءَ ڏانهن نهاريندي فرمايو تہ: "فقير آڏو ڪنهن کي همت آهي جواب ڏيڻ جي "پر همراهن مان ڪنهن ڪجهہ نہ ڳيو. تنهن بعد شائق فقير مرشد انور گهوٽ جي قدمن کي چنبڙي پيو چئي تہ "سرڪار هي مڪان اِهو اوتارو هي سر اِهو مال ملڪيت هُو گهر اُهي ٻار ٻچا سڀ اوهان تان صدق قربان آهن. پر ائين چوريءَ کي ڇڏي وڃڻ کان ماري مات ڪري وڃڻ چڱو آهي. ائين چئي فقيرُ دروازي کان هَٽي ويٺو جنهن بعد سڄو فقراهہ اندر مڪان ۾ آچي ويٺو ۽ سرڪار

انور علي شاھ گھوڙي تان لٿو اهڙي طرح فقير شائق سائين، گھوڙي کي هڪ منهن ۾ ٻڌي گاھ ٻه وڌو...... هن ماجرا تي هڪ ماڻھوءَ سائين انور گھوٽ کي چيو ته "شائق ته اوهانجو بالڪو آهي، سوان جي ڪرامت اوهان تي قبضو ڪيئن ڪيو تنهن تي سرڪار انور سردار فرمايو ته: "مون پاڻ چاهيو ٿي ته انهن دعوت خور درويشن کي ڪجھ سيکت ملڻ گھرجي. سُني ڪاڏي جي لالچ ۾ فقراھ جي صحبت ڇڏي پاڻ سان گڏ مرشد کي به در درِ رولائڻ کھڙي فقيري آهي.

گنديءَ گراھ ـ ڄڻي سانڍيو ساھ ۾
تني ڪان الله ـ اجان آڳاھون ٿيو

(حضرت پٽ ڌڻي رحه)

اِن دور ۾ سرڪار انور علي شاھ جي هڪ ظاهري همعصر دوست سان خانپور جي ڳوٺ ۾ ملڻ ٿيو. جتي مان اڪثر هر ڇنڇر آچر تي ويندو رهندو هوس. سرڪار جي دوست جو نالو محمد عثمان هوءِ ذات جو ڪتي هو جيڪو گھٽو ٺٺو شاعر مزاج به هو هن ٻڌايو ته "سرڪار انور علي شاھ پڙهائي دوران ٽئين درجي سنڌيءَ مان پڙهائي ڇڏي گم ٿي ويو هو ڪجھ ڏينهن بعد پتو پيو ته پاڻ ٿي واپس آيو آهي..... سرڪار جيئن اسڪول ڇڏي ويو ته وري اسڪول ۾ نه آيو..... ڏنوسين ته سائس ڏاچيءَ جو گورو گڏ هيو . جنهن سان ڳوٺ جي ٻاهران هلندو وتندو هو."..... "پُڇا ڪرڻ تي ٻڌائيندو هو ته مريدن کان وتو آٿم"..... نيڪ روشن هجي ته سائين انور شاھ جو چاچو جيڪو ڪجھ ڏينهن لاءِ عمراڻين جي ڳوٺ لڳ جيڪب آباد ويل هو. پاڻ واپس جهانپور آچڻ شرط، سرڪار انور علي شاھ جي پُڇا ڪرڻ وقت چيائين ته "انور شاھ فقير محمد علي عمراڻي کان ڏاچيءَ جو ٻچو جُمعي رات جو وني آلائي ڪاڏي هليو ويو آهي. اُتي مان به رَهيل هوس. ڳولها بعد سندس ڪو به پتو نه پيو"..... تنهن تي گھرياتين کيس ٻڌايو ته "انور شاھ ته جمعي رات ٿي هِت پهتو هو" هِنَ ماجراتي سڀ حيران ٿي ويا ته جيڪب آباد کان گھوتڪي جنهن بعد هِتي ڳوٺ ۾ پهچڻ ايڏو سارو سفر، هڪ پلڪ ۾ لتاڙي هت ڪيئن پهتو آهي!..... تنهن تي بيبي آمان فرمايو ته. جڏهن انور شاھ. اَجان منهنجي پيٽ ۾ ٿي هو. ته روزانو ظاهر ۾ آچي ٻيلھ اُٺ تي چاڙهي مونکي شاھِ نجف.

ڪربلا ۽ مديني شريف مان گهمائي وري هليو ويندو هو. هي درويش آهي. ڪيس ڪو به دڙڇو داب نه ڪجو."

سال 1960ع ۾ منهنجي ڏنل ميٽرڪ جي امتحان جو نتيجو ظاهر ٿيڻ هو جيڪو مون تمام تڪليف ۾ رهندي ڏنو هو جنهن جي ڪاميابي جي اميد بلڪل گهٽ هُئي. ان سبب تحت مان درگاهه مرشدنا حضرت بيدل عليه رحمت ۾ تمام گهڻو غمگين ويٺو هوس ۽ دم دم دعا گهري رهيو هوس ته "سرڪار مرشدا! مونکي ضرور پاس ڪريو"...... بس ائين ئي دعا گهرندو پئي رهيس. ته اچانڪ ڍولڪ، چيرين ۽ فقراءَ جي ڳائڻ جا آواز ويجهو ٿيندا رهيا...... مونکان دعا گهرڻ ته وسري وئي. ائين ئي مون ڏٺو ته "شهنشاهه انور شاهه، داتا ولايت شاهه. جن جي وچ ۾ فقير غمدل سرڪار وڏي وجداني حالت ۾ پيا آچن. سندن پٺيان تمام گهڻا فقراءَ به ساڻن گڏ ڳائيندو پئي آيو. درگاهه اندر داخل ٿيڻ شرط سرڪار انور لعل هي ڪلام چيو جيڪو مون اڳ ۾ نه ٻڌو هو منهنجي خيال ۾ ته هي تازي آمد هُئي.

اڄ بيماري وئي ڇڏي محبوب جي ديدار ۾
قربان ٿيان تنهن يار تان ڪونهي ڪو گهٽ اقرار ۾

(سرڪار انور لعل)

ذڪر ڪيل ٿيئي صوفي سردار هڪ ئي لهجي ۽ آواز ۾ گڏجي چئي رهيا هئا. پر هڪ مصرعه ورائي ورائي ٿي چيائون.

مُئي ڪانپو ۽ محبوب جي تون اُچين منهنجي مٿان
هڪدم اُتي سجدو ڪيان توڙي هجان مان مزار ۾

(سرڪار انور لعل)

ان دم مون کي ائين پئي لڳو ته سرڪار بيڪس رحه هي مصرعه به چئي رهيو هو ته:

ڪهي ڳاجب ڪنيعا ڪ اُٽ بيٺو اي مڙهه عاشق
هزار شڪر اُنون ڏيکون بيت الله ڏيون ڦيرا

(حضرت بيڪس سرڪار)

فقراهه جي فوج جي ٻاهر آمد وقت سُنهنجو سندن کي پيرين پوڻ نصيب ٿيو ان دوران فقير غمدل سائين فرمايو ته "حضرت سچل سرمست رحه جي حضور ۾ ويا هئاسين، جتان موٽڻ وقت حضرت بيدل شهباز جهپڙ ڏئي چڪي ورتو آهي" اهڙيءَ طرح سرڪار انور لعل فرمايو ته: "اسانجي فقراهي رهاڻ جي پشت پناهي سرڪار بيدل بادشاهه ڪندو آهي: تنهن بعد داتا سرڪار فرمايو "شهر درازن کان واپسيءَ ۾ حضرت بيدل رحه جو سلام نه ڪيوسين ته هي سلطاني سير آڏورو رهجي ويندو آهي"...... ائين چوندا اڳي وڌندا اچي پنهنجين سوارين ۾ چڙهي روانا ٿي ويا.

ساڳي 1960ع واري سال کان ئي سرڪار انور علي شاهه سير سفر تي گهٽ نڪرندو هو. بعضي ڳوٺ نبي شاهه وڳڻ فقير غمدل سائينءَ سان روح رهاڻ لاءِ وڃي رسندو هو يا وري جيڪب آباد لڳ عمراڻين جي ڳوٺ ۾ پهچي پنهنجي مستاني طالب، شائق فقير وٽ ايندو رهندو هو جنهن تي وقت بوقت فياضي روحاني پالوٽ فرمائيندو رهندو هو...... سرڪار انور شاهه سردار جي فقراهه ۾ فقير شائق سائين ئي اڳين صوفين جي ڏک ڏيندو هو.

سرڪار انور علي شاهه ذڪر ڪيل دور ۾ ئي پنهنجي لائق فرزند حضور بخش شاهه جي شادي ڪرائي جنهن بعد ڪيس چيائين ته "فقر جو سجو بار توتي، توکان" اِنَ تي سائين حضور بخش شاهه ڪجهه قدر بار محسوس ڪندي عرض ڪيو ته "اِهو ايڏو سفر، مان اڪيلو ڪيئن ڪري سگهندس" تنهن تي سرڪار انور علي شاهه فرمايو ته "حُضور! ڳهبراءِ نه...... مان وِيس ته ٻارهن مهينن اندر ئي تو وٽ واپس ايندس."..... ان بعد سرڪار انور علي شاهه منڍي صادق آباد ڪجهه دوستن وٽ ويو. جتي ڪيس وصال جو جام مليو. اهڙي طرح پاڻ 21 محرم 1324 هجري مطابق 5 جولاءِ 1961ع تي وصال ماڻيائين.

اِهو ٻڌي ڪيترائي آس پاس ۽ پري پري جا محبت وارا اچي گڏ ٿيا. ان موقعي تي جهانپور جا پير به ڪاندرجي گهي آيا، چون ته: "انور شاهه کي ڪٺي هلي آبائي قبرستان ۾ دفن ڪيو." جنهن متعلق فقراهه جو خيال هو ته سندس پنهنجي مشخاني ۾ ئي اوتارو آڏجي، پر گوڙ وڌي ويو جنهن تحت جهانپور جي پيرن زوريءَ ڪنولي ڪڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سندن گهٽائي هوندي به ڪٽ کي انچ جيترو به چوري نه سگهيا. تنهن بعد غلام مصطفيٰ شاهه بن صاحبڏنو شاهه

سرڪار غمدل سائين، فقير شائق سائين ۽ منگهن محبوب ڪٽ ڪي هٽ وڏو ته ڪنولو ٻنا تڪليف جي ڪجي پيو اهڙي طرح چئني درويشن سرڪار انور علي شاهه کي سندس بيشڪ واري ٿلهي تي آندو جنهن متعلق فرمائيندو هو "اڳي پوءِ هتيئي منهنجو دائمي مڪان هوندو."

مرد نه مرن ڪڏهين ـ جي ساڳيو ٿيا سُبحان
عالم تي احسان ـ ڪوڙين پتين اُنِ جو
(حضرت بيدل رح)

حضرت انور علي شاهه عليه رحمت، انگريزي کان علاوه، پاڪستان جي سيني مروج ٻولين ۾ ڪلام چيو آهي. جنهن مان ڪافي گهڻو ئي ڪلام مون سندس درگاهه تي ٻڌو آهي، سرڪار انور لعل رح جي ڪلام جا، خاص ڪاتب، ماستر فقير عنايت علي دايو ماستر الهه ڄوايو ماستر سيد ستار ڏنو شاهه جن هُئا. سرڪار انور گهوٽ رح جا خاص راڳي، فقير ويراڳ علي، فقير سوز علي ۽ ان وقت جو پتڪڙو راڳي مرد فقير هو جنهن کي سندس ننڍي اوستا ۾ ئي شهنشاهه انور شاهه رح ڪراڙو فقير سڏيندو هو...... سرڪار انور شاهه رح جو ڪلام گهڻو هو پر ڪتابي صورت ۾ پوري ڪلام جو ٻه سيڪڙو حصو به شايع ٿي نه سگهيو آهي.



# فقير عبدالخالق غمدل

ياد رهي تہ وررهاڱي کان اڳ جيسيتائين دنيا جهَان تي دوئيءَ جو ڏيئُ پوري طرح قابضُ نہ ٿيو هو اُنَ دور دوران تمام ڪثير التعداد شخصيتون، جيڪي ٻڌيون ۽ ڏٺيون آهن، تن دوئيءَ جي دولاب کي دسي، وحدت جي واسَ سان واسي، ايڪتا کي ثابت ڪيو آهي. ان ڪري ئي عالم ـ انسانيت ڪافي قدرت وحدت جي محبت واري سڳي ۾ پوپل رهندي آئي......

ذڪر ڪيل ضمن ۾ ڪافي سڄاڻ سالڪن، عام ماڻهن کي تاريخي ۽ تفهيمي طور مرحليوار عظيم شخصيتن جي روئداد ٻڌائيندي، انهن جي ظاهري باطني فلاحي ڪارنامن کي بہ تمام مؤثر اندازَ سان پڻي پيش ڪيو آهي. جنهن ذريعي ڪافي سڄاڳي محسوس ڪئي وئي آهي.

جيتري قدر مون پنهنجي محدود مطالعي تحت ڏٺو آهي، تہ هر دور ۾ ڄاڻو حلقن ڪافي ڪم ڪيو آهي. جيڪو ڪنهن بہ طرح، ڪو ٿورو ڪم نہ آهي. بهرحال مون سير سفر ڪندي، جيڪو عارفَن، صوفين سالڪن جي ملاقات ۽ زيارت جي حوالي سان آهي، جنهن تحت مون جيڪو پنهنجي سر محسوسُ ڪيو آهي، ان مان ڪافي استفادو بہ ڪيو آهي، اُنَ متعلق ڪجهہ نہ ڪجهہ لکڻ جو جنون ذهن تي سوار بہ پئي رهيو آهي. ذڪر ڪيل ضمن ۾ مون کي جيڪو بہ سر مايو مليو آهي، سو پنهنجي سڳوري والد فقير غلام علي مسرور بدوي رحہ جي توصل ۽ خصوصي شفقت سبب پلئہ پيو آهي.

سال 1946ع دوران جڏهن مرشد قادر بخش بيدل قدس سره ۽ حضرت محمد محسن بيڪس سردار تي ابوي مسرور رحہ پنهنجي ذاتيَ ڪوشش تحت، قريبي، هندو مسلم ۽ سادات احبابن سڳورن جي تعاون سان عمارت سازيءَ جو ڪم ڪرائي رهيو هو ان دور ۾ سندس خصوصي شفقت سبب منهنجو بہ ڪافي

قدر سائس ٿي گڏ رهڻ ٿيندو هو. ساڳئي زماني ۾ بابا سائين جي ملازمت سکر بئراج کاتي ۾ هُئي، خاص طور ذڪر ڪيل ڏينهن ۾ اسانجو مرشد جي درگاهه تي آچڻ وڃڻ ۽ رهڻ وڌيڪ ٿيندو هو. ان ئي سال ماه ذوالقعد جي ٻارهين تاريخ واري رات، جنهن کان هڪ رات اڳ ۾ يارهين جي رات حضرت شاهه خيرالدين جيلاني قدس سره جي درگاهه تي راڳ ويراڳ جو خوبُ مزو ورتو هيوسين ۽ ٻي رات درگاهه شريف جي صحن ۾ بابا مسرور رحه. سندس ڪجهه دوست ۽ ڪجهه مستري مزور ٻه هئا، جيڪي عمارت سازيءَ جي ڪم ڪرڻ سبب اِتي رهندا هُئا، سي سڀ ويٺل هُئاسين ته اچانڪ پريان هِڪُ ويراڳين جو سنگ، درگاهه شريف جي طرف، مستيءَ ۽ وجد سائين ڳائيندو ۽ رقص ڪندو ايندو ڏٺم. جن جي اڳيان پڪي رنگ جو هڪ شخص اهڙي ته سهڻي ۽ دلڪش انداز ۾ جھُومر يعني رقص ڪندي پئي آيو جو مونکي خبر ئي نه پئي ته مان ڪئين ڇڪجي، انهن جي جُهمر ۾ وڃي بيٺس. بس ويرمَ نه گذري ته درگاهه تي ويٺل سڀ جو سڀ ماڻهو اُٿي جُهمر ڪندا ايندڙ ويراڳين جي سنگ ۾ مِلي وَيا. اهڙي طرح مان انهن ٻنهي سنگن جي وچ پيڙ ۾ اچي ويس. ايتري ۾ هڪ ماڻهو جيڪو سِتار جو ساز وڄائي رهيو هو ان وڏي آچي اُنَ وچ پيڙ مان ڪڍي مون کي ڪَڇَ ڪڻڻ جي ڪوشش ڪئي، سندس هيٺ نوڙڻ سبب سندس ستار جو ساز ڏرتيءَ تي ڪِرڻ وارو هو ته فقير بابا مسرور رحه اُهو ستار جو ساز مٿي کڻي ورتو پوءِ بابا مسرور رحه اها سِتار وڄائيندو هليو ۽ مان وري اُنَ ستار واري مالِڪَ جي ڪَڇَ تي ئي رهيس، جيڪو ٻه اجتماعي سنگ سان نچندو ڳائيندو هليو اهڙيءَ ريت سيئي درگاهه اندر بيهي ڳائيندا رهيا ۽ مان اُنَ ذڪر ڪيل ماڻهوءَ جي ڪڇ تان لهي درگاهه ۾ هيٺ تي ويٺس.

حضرت بيدل بيڪس قدس سره بادشاهه جي درگاهه اندر جنهن مستيءَ ۾، اهو راڳ ۽ رقص، مون ڏٺو اُنَ حوالي سان، منهنجي دل ۽ دماغ تي هر وقت هڪ عجيب قسم جو جنون سوار رهندو آهي، پر، ڪاش......! ڪڏهن ڪنهن ٻه لمحي، مٿي ذڪر ڪيل ماجرا مثل ڪو موقعو وٺي نه سگهيو آهيان..... ! وري راڳ رقص بعد جنهن طور طريقي ۽ جذبي سان انهن جو پاڻ ۾ ملڻ ڏٺم، بس مان ته حيران ٿي ويس.

ماڻهو هڪٻئي سان ملڻ وقت خوش ٿيندا، مرڪندا ۽ کلندا آهن، پر هنن درويشن جي ملڻ ۾ سندن اکين مان لڙڪن جون لارون وهنديون ڏسي مان وڏي

عجب ۾ پنجي ويس ذکر ڪيل ماجرا متعلق، مان ڪڏهن ڪڏهن بابا مسرور رحہ کان سوال بہ ڪندو هوس، تہ "بابا ماڻهو هڪ ٻئي سان ملڻ وقت خوش ٿيندا آهن، پر اِهي ماڻهو ملڻ وقت تہ نيرَ وَهائي رهيا هئا. پر اِنَ سوال جي جواب ۾ بابا سائين هر وقت اِهوئي چوندو هو تہ "ملَ پاڻهي پوندءِ گَلَ"

حضرت بيدل بيڪس قدسره جي بارگاهہ مان، بعد ۾ سڀ ٿي ٻاهر اَچي ويناسين، عين انوقت چاچا گورڌنداس ۽ سندس مرشد پائي، آغا نادر خان، سلطان ڪوٽ وارو بہ آچي ويو مون ڏٺو تہ آغا نادر خان سڌو سنئون ان پڪي رنگ واري شخص سان وڃي آچي مليو ۽ ملندي ئي چيائين تہ "غمدل! تو تہ صبح درگاهہ شاهہ خير الدين جيلاني قدسره (سکر) ۾، چيو تہ "مان تہ ڳوٺ ٿو وڃان ۽ مونکي اُتي وڃي گهڻو ڪم ڪرڻو آهي! بس مونکي ضرور وڃڻو آهي"..... "پوءِ هتي ڪيئن؟" تنهن تي ان پڪي رنگ واري فقير مالڪ غمدل سرڪار فرمايو تہ "جيئن اوهان تيئن.......!"

ان ڪانپوءِ ماحول خوشگوار معلوم ٿيڻ لڳو مان اِنَ دوران فقير غمدل سائين طرف وري وري هر هر ڏسي رهيو هوس.

فقير غمدل سرڪار جون اکيون لال مشعال ۽ سندس دستار اهڙي تہ طرز سان سر مبارڪ تي ٻڌل هئي جيڪا هي شاهي بادشاهہ تاج مثل پئي لڳي، سندس سونهاري کي ان وقت سياهہ ڏٺم جنهن جي وارن مان عجيب جهلڪ برآمد پئي ٿي سندس چهرو مبارڪ گول سيبائيندڙ ۽ موهيندڙ ڏٺم. سرڪار غمدل رحہ جون پرون نوڪدار، ۽ شهپر وچترا ۽ وڻندڙ ڏٺم. بهرحال فقير پاڪ جي صورت تمام جا ذيبت واري ڏٺم سندس لَبَ سنهڙا سُهڻا، ڏند مُبارڪ تمام سفيد صاف ۽ چمڪندڙ ڏٺم. مطلب تہ فقير پاڪ سين وصفين پُر ڪشش ۽ دلڪش ڏٺم.

فقير غمدل سرڪار جو اسم مبارڪ عبدالخالق هو سندس والد بزرگوار جو اسم ـ گرامي، ميان پير بخش هو سندس خاندان.کي دايہ قوم جي نالي سڏيو ويجي ٿو.

فقير عبدالخالق غمدل رحہ جو جنم سال 1287 هجري مطابق 1870ع ڌاري، ڳوٺ ڪچا چاچڙ شهر پنو عاقل لڳہ ٿيو.

فقير عبدالخالق غمدل سرڪار جي ابتدائي تعليم ۽ تدريس متعلق پڪيءَ طرح خبر ڪانہ ٿي پوي، بلڪ پاڻ، هند سنڌ جي مجموعي زبانداني تي عبور رکندڙ هو ان کان علاوه فارسي ۽ عربي زبان جو بہ تمام زبردست ڄاڻو هو.

فقير عبدالخالق غمدل رحہ جي تصنيفات، جيڪي اڪثر شاعريءَ تي مشتمل آهن، تن جي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ وڏو قادر ڪلام شاعر هو سندس ڪلام سنڌي، سرائڪي، اردو فارسي ۽ هندي زبانن ۾ تمام گهڻو ڇپيل آهي، فقير غمدل رحہ جي ڪلام ۾ اڪثر جاين تي ڪافي عربي فارسي ضرب المثال ڏسڻ ۾ اچن ٿا جيڪي تصوف جي دنيا ۾ صف ـ اول جي عارفن ۽ سالڪن جا معلوم ٿين ٿا.

فقير عبدالخالق سائين پنهنجي دور جو رهبر شاعر هو مون پنهنجي سر بہ ڏٺو تہ سنڌن دور جا صوفي شاعر، پنهنجو ڪلام، اصلاح ڪارڻ، وٽس موڪليندا هُئا، جيڪو پاڻ خنده پيشاني سان وٺي، ضروري اصلاح ڪري ولندو هو جڏهن مونکي بہ ان مشغلي کي ڏسڻ جو موقعو ملندو هو تہ مان ڏسندو هوس تہ اصلاح لاءِ ڪلام ڪٺي ايندڙ ماڻهوءَ کي، ابا غمدل سائين، ابتدا ۾ چوندو هو تہ "ادا صوفي جو ڪلام مالڪ جو ڪلام آهي، جنهنجي اصلاح جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي، پوءِ بہ سرڪار غمدل عليہ رحمت سنڌن دل رکڻ لاءِ، پنهنجي هٿن سان سهڻي صورتخطي ۾ لکي، لفافي ۾ ڪاغذ سان گڏ، چند گلڙا بہ وجهي موڪليندو هو. مون جيڪو ابتدا ۾ بابا مسرور رحہ جي زبانؤن، بابا غمدل رحہ جو ڪلام ٻڌو هو سو هن طرح هيو.

منهنجي هن حال جا محرم ڪڏهن ملندين مٺا جاني
ڪريان جند جان سر صدقي تنهنجي محبوب مهماني

سال 1953ع ۾ بابا مسرور رحہ جي رحلت سبب مُن تي سخت اُداسي سوار رهندي هُئي، ان ڪيفيت کان گهبرائجي، بابا سائين جي دوستن وٽ وڃي ويهندو هوس، ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن سان گڏجي، ڪجھ صوفي درويشن جي ميڙن تي بہ ويندو هوس. ان دور ۾ منهنجي عمر 14 يا 15 سال هئي ان سير سفر ۾ هلندو ڏسي هِڪَ شخص مون کي حضرت انباهہ جي ميڙي تي وٺي هليو اُتي پهچندي ئي، منهنجي نگاهہ هڪ لانڍي ۾ ويٺل فقيرن طرف ڇڪجي وئي، جن

سان گڏ. سرڪار غمدل سائين بہ ويٺل ڏٺم. جنھن ڪري هڪدم تڪڙو وڃي سندس قدمين لڳس اهو ڏسي مون کي وٺي آيل شخص، سرڪار غمدل سائين کي چيو تہ "فقير بادشاھ! "منھنجوان سهڻي سان پيار آهي. توهان ان کي ڪا هدايت ڪريو"... بس اِن ماڻهو پنھنجو جملو پورو مس ڪيو تہ سرڪار غمدل سائين کيس چيو تہ: "ٻچا! تون اڃان ڪچو آهين. جو شڪايت ٿو ڪرين ۽ تُنھنجو پيار ڪمزو آهي. تنھنڪري ٿي تون هن کي پاڻ کان پري ٿو سمجهين" ان بعد فقير پاڪ غمدل سرڪار منھنجي طرف رُخ ڪندي فرمايو تہ "مِنا هھڙن ماڻهن سان واسطو نہ رکندو ڪر"

نيڪ روشن هجي تہ ذڪرُ ڪيلُ شخصُ ان کان اڳ ٻين درويشن سان بہ منھنجي شڪوھ ڪندو رهندو هو......! بهرحال فقراھ جي ٻاجھ سان مونکي ان کان نجات ملي وئي.

ڪوڙين ڳنو ٽِين جا۔ پينرَ پانيان پال
سامين جي سَنيالَ۔ منھنجو ڇٽُ ڇڳو ڳيو

فقير بابا مسرور رحہ جي رحلت بعد آدا وڏو تمام آزاد خيال ٿي ويو حالانڪ اُها عمر تہ سندس ڪمائڻ جي بہ هُئي پر......!

اهو حال ڏسي مان بہ گھر ۾ محدود ٿي ويس. ان دوران. منھنجو ٽيون نمبر ڀاءُ فقير لعل بخش ۽ بنده راقم ۔ آمڙ سڳوري ۽ بہ پوڙهيون ڦپيون ڪجھ گهرن ۾ ڪم ڪري اُنَ جي اجرت مان گهر جو ڳنو سائو ڪندا هُئاسين. انهن پوڙهين عورتن سڳورن جا اسان تي احسان آهن. جن کي جهتلائڻ غلط ڳالھ آهي.

اهو حال ڏسي مون سال 1955ع ۾ ورنيڪيولر امتحان پاس ڪري ورتو پُورَن ٽن سالن جي پوڳنا (1953ع کان 1955ع) بعد. سرڪار بيدل بادشاھ جي قربَ ڪرم سان. سنڌي ماستريءَ جي نوڪري حاصل ڪري ورتم. ان بعد 1960ع ۾ خانگي طور ميٽرڪ پاس ڪرڻ سان تعليم کاتي وارن پڙهائڻ جي سکيا وٺڻ لاءِ 1961ع ڌاري لاڙڪاڻي جي سکيا واري اداري طرف موڪليو: ان دور ۾ اِها خبر هُئي تہ فقير غمدل سائين پنوعاقل طرف ٿي رهندو آهي. پر جڏهن رتيديري جي هڪ هم ڪلاسي دوست مونکي، فقير غمدل بابا جو پيغام پهچايو جنهن ۾ سائنس منھنجي نہ ملڻ متعلق ڪن هروڙ بہ شامل هو ان ڪانپوءِ مان جڏهن بہ شڪارپور

ايندو هوس. تہ وچ تي فقير بابا غمدل سرڪار جي قدم بوسي ۽ ملاقات ضرور ڪندو ايندو هوس. هڪ دفعي سرڪار غمدل رحہ مونکي رات جو رهائي ڇڏيو ان رات اچانڪ سفيد ڪپڙن ۾ ملبوس ڪجھ مولوي صاحب اندر گهڙي آيا فقير غمدل سائين، سائن تمام وڏي عزت ۽ محبت سان مليو. جڏهن اُهي آيل مولوي صاحب هڪ طرف تي ويٺا، تہ مان وري انهن لاءِ وڏيڪ ڪشادگي ڪندي ٿورو فاصلي تي، تي ويٺس. ان ڪانپوءِ آيل مولوي صاحبن. نماز پڙهڻ واري فرض جي ظاهري افاديت ۽ برڪت جو ذڪر شروع ڪيو. مون ڏٺو تہ ان تذڪري دوران وچ ۾ فقير غمدل سائين ڪو بہ لفظ نہ چيو......! پر جڏهن نماز جو موضوع ختم ٿيڻ وارو هيو تہ وري ٻئي مولويءَ ٻئي موضوع جي شروع ڪرڻ جي نيت سان ڳالهائڻ شروع ڪيو. ايتري ۾ فقير غمدل رحہ فرمايو تہ "ادا.....! جيڏو گهڻو نماز قائم ڪرڻ متعلق حڪم فرمايل آهي. اوترو ئي سندس احاطو وسيع ۽ لاحد آهي. اوهان صاحبن نماز جي ظاهري رڪنن ۽ ظاهري فائدن مُتعلق ئي ذڪر ڪيو آهي بلڪ ان جي معنويت واري مشاهدي جو ڪو بہ لفظ نہ چيو آهي. تنهن تي اُن ذڪر ڇيڙيندڙ مولوي وڏي ڪاوڙ ۾ چيو تہ "اوهان ئي ٻڌايو اسان تہ نماز جي معنويت وارو مضمون ڪٿي بہ نہ پڙهيو آهي. اوهان آلائي اِها ڳالهہ ڪِٿان هٿ ڪئي آهي."
مون ڏٺو تہ ان وقت بابا غمدل جي روحانيت ۽ طبيعت ۾ عجيب تغير اچي ويو ۽ سندس اکيون ڳاڙهيون لال ٿي ويون. سچ ان وقت منهنجي دل ۽ دماغ تي وڏي دهشت طاري ٿي وئي. پر فقير پاڪ اچانڪ منهنجي طرف نهاري، هڪدم سڏ ڪري پنهنجي نزديڪ وٺي ويهاريو. جڏهن مون مولوين طرف ڏٺو تہ اُهي خاموش ٿي، فقط حضرت غمدل رحہ طرف نهاري رهيا هئا. ان وقت فقير عبدالخالق غمدل رحہ فرمايو تہ "آقيمو الصلاة" يعني تہ نماز کي قائم رکو جنهن جي معنويت اِها آهي تہ رَب پاڪ جي طرف پنهنجي دل کي دائمي طور ساجد رکو ورنہ جيڪو بہ دم اوهانجو ان کان غفلت ۾ رهندو تہ اُهو ڪُفر ۾ ليکيو ويندو. ان بعد فقير پاڪ غمدل سائين ڪافي بزرگن جي حوالي سان "نماز قائم" جا مثال کولي وضاحت سان پئي سمجهايا. ذڪر ڪيل ضمن ۾ فقير غمدلؒ رحہ ڪين غوثن ع، قُطبن، اِمامن ۽ اصحابن رضہ سڳورن جي قيامَ جون صداقتون پئي سُڻايون. آخر ۾ سرڪار-مدينہ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي غار-حِرا واري قيام طرف اشارو ڪيو.

جڏهن پاڻ سڳورن جي قدمن سُجي پوڻ واري نڪتي کي بيان ڪرڻ چاهيائين تہ مٿس شديد گريو طاري ٿي پيون جنهن جي اثر کان اُتي ويٺو ۽ پوءِ ڪنهن اعليٰ معنوي ديدار ۾ محو ٿي ويو. هن استغراق جو آيل مولوي صاحبن تي ايڏو اثر ٿيو جو رات جو باقي حصو روئندا سڏڪا پريندا رَهيا. ان دوران مون ڏٺو تہ فقير غمدل بابا اچانڪ اُٿيو ۽ اوطاق جو دروازو کولي ٻاهر نڪري ويو - اُنَ وقت مون ٻاهر ڏٺو تہ ڪافي مِيجُ اُيري چُڪو هو. آيلَ مولوي صاحبَ ٻاهر سج جي روشني ڏسنديئي. اَچي هڪ ٻئي مٿان ڪاوڙيا. ڇوَنِ تہ آجايو هِتي آياسين. ڳالهين ۾ اسان کان فجر جي نماز بہ قضا ٿي وئي.

بس ويرم مس گذري تہ فقير غمدل بابا اوطاق ۾ اندر گهڙي آيو ان وقت پاڻ ڪجهہ مانيون ۽ لسيءَ جو ماٽو هٿ ۾ ڪنيو پئي آيو مون کيس ايندو ڏسي ڪانئس اُهو سامان وٺڻ تي چاهيو پر خبر ئي نہ پئي. تہ فقير سائينءَ آندل ڪاڏي وارو سامان بنا دير مولوي صاحبن جي اڳيان رکي ورتو. جيڪي ان وقت پاڻ ۾ مامرو مچايو وينا هئا. فقير غمدل بابا اِها حالت ڏسي کين چيو تہ "جيڪڏهن اوهان يقين رکو تہ اڄوڪي پوري رات اوهان نماز جو حقيقي مشاهدو ڪيو آهي ۽ اڄ کان وٺي اوهان جي نماز ڪڏهن بہ قضا نہ ٿيندي. تنهن تي مولوي صاحبن فقير غمدل بابا کي عرض ڪيو تہ اسانکي مُريد ڪيو ان تي فقير غمدل بابا فرمايو "رستي طور تہ اوهان الله پاڪ جا طالبو آهيو پر هاڻي سچائيءَ جي ميدان ۾ قدم رکي سگهو ٿا. فقير اوهان جو حامي آهي" ان کان پوءِ غمدل بابا اِجو هن طرح بہ پئي فرمايو.

آدليون گدليون ۾ کي پرتيُون - آهيون ڄام سمي جي سام
غمدل صادق عشق انهن جو جيڪي رهن مستُ مُدام

ان کان پوءِ اُهي نيڪ مرد نياز نوڙت ڪندي واپس ٿيا. ۽ مان بہ فقير غمدل بابا کان موڪلائي، پنهنجي تدريسي سکيا گهر طرف لاڙڪاڻي روانو ٿي ويس.

سال 1962، 1963ع کان بعد فقير پاڪ غمدل رحہ گهٽي قدر پنهنجو سير سفر محدود ڪري ڇڏيو هو. پر فقير شائق عمراڻي وٽ، جيڪب آباد شهر کان چارپنج ڪلوميٽر ٻاهر فاصلي تي، تاريخ 14 رجب تشريف فرما ٿيندو هو. ان کان

علاوه حضرت انباهه ۾ 14 شوال داتا فيض درياء جيلاني جي عرس مُبارڪ ۾ ايندو هو يا 21 محرم سيد انور علي شاهه صوفيءَ جي ميڙي ۾ ايندو هو. ۽ ساڻس هميشه راڳين ويراڳين جو سنگ گڏ هوندو هو. سندس ٽولي ۾ هر قسم جا ساز سرندا، باجو بگل، ستار، پکواز ۽ طبلا يڪتارا به شامل هوندا هئا.

فقير غمدل سائين جو آواز تمام مِٺو بلند ۽ دل کي ڪشش ڪندڙ هو. سندس حلقي جي راڳيُن ۾ فقير غلام حسين دايو چنڊ ڳوٺ وارو هو جيڪو بابا غمدل سرڪار جي ظاهري ڪاروبار ۽ فقراهي سنگ ۾ به شامل ڏٺم. ان کان علاوه فقير غوث بخش ۽ ديگر سُٺا ڪافي سريلا ويراڳي ڏٺم انهن سان گڏ ته وڏيرو نيڪ محمد خان اُڍو به سندس سنگ ۾ ستار وڄائيندو هو.

فقير غمدل سرڪار، حضرت قلندر علي شاهه جيلاني، نبي شاهه وڳڻ ڳوٺ واري جو طالب هو. سندن بارگاهه ۾ هڪ ئي وقت، رياضت لاءِ سؤ (100) فقير حاضر خدمت رهندا هُئا.

متي ذڪر ڪيل ماڳ مڪانن تي، جِتي فقير بابا غمدل سائين کي موجود ڏسندو هوس، اُتي راڳ ويراڳ کان علاوه روح رهاڻ ۽ فقر جي راز رمزُن جي گفتا گوهر افشاني ٿيندي رهندي هئي. جيڪڏهن ڪچهري دوران ڪٿي ڪو ٿضاد يا مونجهارو محسوس ٿيندو هو ته فقير غمدل رحه بادشاهه چوندو هو ته "سائين بيدل قدس سره کان پُڇي وٺو ته ڇا ٿو فرمائي" ان اشاري بعد مجلس ۾ ويٺل درويشن مان اچانڪ ڪونڪو ماڻهو سرڪار بيدل قدس سره جي ڪلام مان، ڪا اهڙي سِٽ چئي وٺندو هو جنهن مان ذڪر ٿيل تضاد جو حَلُ ملي ويندو هو. اهڙين ڪچهريُن دوران سرڪار غمدل رحه سائين هميشه ائين ئي چوندو هو ته "شهنشاهه بيدل سرڪار، روحاني راز ۽ رمزن ۾ حرف ـ آخر جي حيثيت رکي ٿو"

ذڪر ڪيل دور دوران، بابا مسرور رحه جي خاص توجه طفيلي، صوفي بزرگن جي صحبت ۽ محبت ۾ سدا سرشار پئي رهيس. پر اچانڪ سال 1392 هجري ۾ فقير عبدالخالق غمدل جي رحلت جي خبر ٻڌندي ئي، دل اندر وڏو خال محسوس ڪيم. ان ڪيفيت دوران اوچتو اچي هِڪُ صوفي دوست مليو، جنهن ٻڌايو ته "غمدل سائينءَ جو آستان، پنهنجي مرشد قلندر علي شاهه عليه رحمت جي قدمن کان جڙيو آهي.

ديدن جي شهيدن جو کهڙو غسل ڪفن آ
ابرو ڳڻن جو آخر- دلبر جي در دفن آ

دنيا جي وسيع وايو منڊل ۾ رهندي، جيڪو پنهنجي سر مون محسوس ڪيو آهي. ان ۾ سالڪن، عارفن ۽ مردان - حق جي مُشاهدي جو عمل داخل ٿي رهيو آهي. جنهن ڪي اوليت ڏيندي حروف آخر ۾ ڄاتو آهي. ان جي حوالي سان شريعت ۾ حق ۽ حقدارن جو حق ادا ڪرڻو آهي، اهڙي ريت رب پاڪ جي وصل جو وسيلو طريقت آهي جنهن جي ذريعي حقيقت کي پروڙي ان جي معرفت ماڻي سگهجي ٿي. اهو سڀ ڪجهه صوفي بزرگن جي سچي سڪ ۽ نجي محبت ۾ حاصل ٿئي ٿو. جن حق جو حقيقي ۽ معنوي مشاهدو ديوار ۽ وصل ماڻيو آهي اُنهن کي ڏسڻ ٿيو آهي.

مون سي ڏنا ماءِ - جن ڏٺو پرينءَ کي
تني سندي ڪاءِ- ڪري نه سگهان ڳالهڙي



# ميان لعل بخش "پيارو"

جيڪو ماڻهو پنهنجي شخصي نالي جوڙڻ ۾ مگهن آهي، اهو ڪنهن به آڏو ايندڙ تي به پورو توجه ڏئي سگهندو ۽ نڪي وري سندس گڻن کي ئي پرکي سگهندو جنهن ڪري فائدو يا لاڀ وٺڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. جيڪو ماڻهو پنهنجي صفاتي ذات کان نيارو ٿي سگهندو اُهوئي توجه سان ڏسي پرکي ۽ لاسي پائڻ جو لائق ٿيندو. لڳ ڀڳ 1970ع واري ڏهاڪي ۾ هڪ دفعي. جڏهن حضرت بيدل رحه بيڪس رحه جي زيارت سبب بارگاهه تي آيس ته اچانڪ هن دفعي برادرم ميان لعل بخش کي ڏٺر. جيڪو 1958ع کانپوءِ وري اڄ درگاهه شريف تي مليو هوم. هونئن ته پوري زندگيءَ گڏ گذاريوسين، بلڪ ستر وارو ڏهاڪو. ميان لعل بخش روهڙي شريف ۾ رهندو هو نيڪ روشن هجي ته 53ع ڌاري حضرت بيدل عليه رحمت جي عرس واري موقعي تي. فقير بابا غلام علي مسرور اسان پنجنئي پٽن کي درگاهه شريف تي وٺي آيو هو ان وقت ميان لعل بخش جي عمر 12 سال ۽ راقم جي عمر 14 سالَ هُئي، اُهو پهريون دفعو نه هو جو اسان درگاهه پاڪ تي بابا سان گڏ آيا هُجون، بلڪ هِي شايد آخري لمحو هو جڏهن 1953ع ۾ بابا سائين اسان کي مرشد جي درگاهه ۾ ظاهري باطني سنڀالَ جي دُعا لاءِ ۽ مالڪ مرشد جي زير سايه سپرد ڪرڻ لاءِ آيو هو. ۽ ساڳئي سال ئي جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو هو.

مجازي جي جهلي جهولي ڪنان امن و امان ڏيئي
سدا مسرور جو ويڙهو رکو آباد حق بيدل

(فقير مسرور رحه)

1970ع واري عشري ۾ ميان لعل بخش، حضرت روهڙي شريف جي شهر واري ڪورٽ ۾ ڪلارڪي جي عهدي تي ڪم ڪندو هو ۽ سندس رهائش به

حضرت روهڙي شريف ۾ ٿي هُئي. المختصر هن دفعي حضرت بيدل عليہ رحمت جي عرس دوران، ميان لعل بخش ملڪ شرط چيو تہ: "ادا.....! ڪورٽ جي جج موڪل ڏيڻ کان انڪار ڪيو پر مان موڪل جي درخواست سندس ٽيبل تي ڇڏي ڪري چيومانس "اَنَ شهنشاه جي ميلي لاءِ توهانکي درخواست ڏني اٿم جيڪو اوهانجي سيني ڪورٽن جو سالار آهي". بس ائين چئي مان تہ هليو آيو آهيان."

سچ تہ هن کان اڳ، ان قسم جي فقيراڻي اُڇل منجهس مون ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪئي هُئي، مونکي ڪجهہ قدر حيرت ضرور ٿي، پر ساڳئي وقت بيحد خوشي بہ محسوس ٿي هُئي. بس ايترو ڳالهائي رهيا هُئاسين تہ درميان ۾ هڪ خوش پوشاڪ ماڻهو آيو ۽ اچڻ شرط چيائين "بھائی بس مجھے معاف رکھنا، میں نے تیری چھٹی رَد کرنی کی بڑی غلطی کی ہے۔ مجھے تب محسوس ہُوا۔ جب سرشتیدار نے مجھ سے کہا" صاحب آپ توکیس چلا رہے ہیں، اور یہ بیدل بیدل کی رٹ لگاتے لگاتے آپ کیا سے کیا کہے جا رہے ہیں" بس اس صورتحال سے، میں کورٹ چھوڑ کر فوراً یہاں پہنچا ہوں، بھائی بس مجھے معاف فرمائیں۔ مون اَن عملدار کي ڏسي ميان لعل بخش کان اڳ چئي ڏنو. "صحب جی آپ مت گھبرائیں، آپ یہاں حضرت بیدل رحہ کی بارگاہ میں پہنچے ہیں، یہ معاف کیا چیز ہے، یہاں تو آپ کی سب بلائیں رفو ہو چکی ہیں"

بهرحال ذڪر ڪيل ڪورٽ جو صاحب پوري رات اسان سان گڏ جاڳي، حضرت بيدل رحہ بيڪس رحہ جو ڪلام ٻڌندي شايد تمام گهڻو سوچيو هو جنهن جو احساس مونکي تڏهن ٿيو جڏهن مندرجہ ذيل ڪلام جي ٻن سِٽن جي ور ور ڪري فرمائش ڪندو پئي رهيو.

همن اسرار وحدت کان نفی اثبات میں دیکھا
سراسر نور بیرنگی ظہورا ذات میں دیکھا
نفی جب تک نہ ہو ہرگز نہ پاوے ذوق اثباتی
اسی شطرنج کا جیتا ابھی ہم مات میں دیکھا

مصرع "نفی جب تک نہ ہو ہرگز نہ پاوے ذوق اثباتی، اسی شطرنج کا جیتا ابھی ہم مات میں دیکھا" جي وَرِ ورِ ڪري ذڪر ڪيل ڪورٽ جو صاحب فرمائش ڪندو رهيو "آخر ۾

هِيءَ هڪ جملو چوڻ کان پاڻ کي جهلي نہ سگهيو. "ہمارے قومی شاعر صاحب تو خودی کی پاسداری کرتے ہیں اور آپ کے پیرو مرشد تو خودی کی نفی کا ارشاد کرتے ہیں، میری راۓ کے مطابق آپ کے پیرو مرشد فقط روحانیت کی بات کرتے ہیں لیکن علامہ صاحب کے کلام میں منطقی باتیں کثرت سے پائی جاتی ہیں۔ بہر حال حقیقت اور منطق میں فرق تو ہے۔"

ها تہ سائين 1970ع واري ملاقات دوران، ماضيءَ جا اڻمٽ واقعا ۽ ڳالهيون بہ سپني مثل ذهن جي تختيءَ تي وارد ٿينديون ٿيون رهن، جن جو ذڪر خير بہ ڪنهن چاڻ کان خالي نہ آهي. برادرم ميان لعل بخش، فقير بابا غلام علي مسرور جي ڇهن پٽن مان چوٿين نمبر تي هو. جنهن بعد پنجون ميران بخش ۽ ڇهون بيدل بخش آهي. ميان لعل بخش کان اڳ ۾ راقم، ان کان رحيم بخش ۽ سموري اولاد کان اڳ ميان غلام دستگير هوس.

ميان لعل بخش جو جنم تاريخ 3 جولاءِ 1941ع تي شڪارپور ۾ ٿيو. جنهن چلي رات لعل بخش نالي سان گڏ پيارل نالور ڪيو ويو. اهڙي طرح رحيم بخش کي "ڪوڙو" راقم کي "ملو" لعل بخش بعد ميران بخش کي ميمون يا ليمون ۽ بيدل بخش کي "ڪارو" نالي سڏيو ويندو هو.

ميان لعل بخش جي ابتدائي تعليم پنهنجي محلي جي هاٿيدر اسڪول ۾ اهڙي طرح گريجوئيشن بہ پنهنجي شهر جي ڪاليج مان ڪيائين.

نيڪ روشن هجي تہ سال 1953ع کان بہ ٽي سال، اڳ ۾ فقير بابا ڪثرت سان راڳ ڪندو هو جنهن سبب شڪارپور شهر جي بزرگن جي بارگاهن تي سڄو هفتو واري سان ويراڳ ۽ محفل - سماع جون محفلون بہ سندس ئي ڪوشش سان ٿيڻ لڳيون، جتي اسان بہ وقتي طور ساڻس گڏ هوندا هئاسين، ويراڳ دوران ڪجهہ مصرع يا لفظ ايترو تہ شدت سان اثر انداز ٿيندا هُئا، جو اسين سڀ جو سڀ پاڻ بي ساختہ طور اُهي هڏل فقرا گنگنائيندا هُئاسين ۽ ڊوڙون بہ پائيندا رهندا هُئاسين. جڏهن فقير بابا مسرور اُهي فقرا هڏندو هو تہ پنهنجي پيرن ۽ گهر واري کي چوندو هو تہ "منهنجي مرشد بيدل رحہ جي ميدان ۾ جڏهن اِهي ڳائيندا تہ منهنجي دل کي ڪيترو قرار مِلندو؟ ائين چئي فرمائيندو هو تہ "پيارل جو آواز پيارو ۽ مِلو آهي. پر مِلو نالو تہ (راقم طرف اشارو ڪري) هن جو آهي. پر آواز پيارل

جو ئي مِنو آهي.“ بهرحال فقير بابا مسرور جي وصال 1953ع بعد ميان لعل بخش تي اِهو اثر رهيو جو رات جو ننڊ ڪرڻ وقت ڪونڪو گيت چئي پوءِ سمهندو هو. سچ تہ سندس مِٺي پياري آواز سان گهر جي سيني ياتين کي قرار اچي ويندو هو.

ميان لعل بخش سال 1953ع کان ٿي هاءِ اسڪول جي ميوزيڪل پروگرامن ۾ ڀرپور حصو وٺندو رهندو هو سندس ٿي پيار ۾ مون هارمونيم وڄائڻ شروع ڪئي، جنهن جي رهنمائي خاص طور سيد عبدالرزاق شاهہ ريڊيو سنگر ڪندو رهندو هو سو بہ پنهنجي ڪارگر تجربن ۽ فيض سان نوازيندو رهندو هو. ان کان ڪجهہ سال بعد برادرم ميران بخش ۽ بيدل بخش بہ هن ڪم ۾ شامل ٿيا. ڪير ڪيترو ڪامياب ٿيو بهرحال اِنَ شوق جو شملو ۽ اوليت جو سهرو وري بہ ميان لعل بخش کي ئي سونهي ٿو.

ميان لعل بخش ابتدائي ملازمت جيڪب آباد مان بينڪن جي مختلف شاخن آندار ڪئي جنهن بعد ملٽريءَ ۾ وڃي شامل ٿيو. ڪجهہ عرصي بعد اُتان فارغ ٿي وڃي ڪورٽ جي نوڪري ڪيائين جنهن تحت ڪلارڪي ۽ هيڊ ڪلارڪي يا سرشتيداري جي عهدن تي ڪم ڪندو رهندو هو ذڪر ڪيل ملازمت دوران حضرت روهڙي شريف واري ڪورٽ ۾ گهڻو عرصو رهيو.

اَءُ هڪ دفعي صبح جي پهر ۾ ئي حضرت روهڙي شريف ڏانهن وڃي رهيو هوس، سکر بئراج واري ٿل ٽپڻ کانپوءِ ڪجهہ مفاصلي کان شهر روهڙيءَ ۾ داخل ٿيڻ سان جڏهن ڪورٽ تي نظر پئي تہ لاريءَ تان لهي، ڪورٽ جي ڏاڪڻ چڙهي وڃي آفيس ۾ پهتس جِتي ميان لعل بخش ڪم ڪندو هو بس سائين هڪ ٻئي سان مِلي ويهڻ جي ويرم هُئي، تہ سگهورو شاعر شيخ صاحبُ، پنهنجي منشي سميت آفيس ۾ گهڙي آيو ۽ گرجدار آواز سان چوڻ لڳو ”ميان بدوي صاحب، منشيءَ کان پئسا وٺڻ بعد بہ ڪيس جا نقل نٿو ڏيئنس“. ”يلا تون آهين ڪهڙي چيز“ ميان لعل بخش، شيخ صاحب جي وڏيڪ ڳالهائڻ کان اڳ اُٿنديئي منشي کي گلي کان جهلي چيو تہ ”پنهنجي وڪيل کي ٻڌاءِ، تہ پئسا تو ڪنهن کي ڏنا آهن. تنهن تي منشيءَ چيو تہ ”سائين مونکي اصيلن نقلن جي لاءِ پئسا ڏنا ئي نہ آهن. تہ باقي مان ڪلارڪ کي پئسا ڪيئن ڏيندس“. تنهن تي سنڌ جي نمائنده شاعر، وڪيلَ صاحب فرمايو تہ ”اوهان مشي ڪوڙا هوندا آهيو تو پئسا هِنَ کي

ضرور ڏنا. جيڪڏهن هنَ جي روبرو نٿو چوين ته ڪهڙو فرق ٿو پوي". تنهن تي ميان لعل بخش چيو ته اوهان ۽ اوهانجي شعرن ۾ فرق ڪيترو آهي.

ڪهڙي ڳهي هرڪو - رهڻي اوکي بات
پڌري ٿئي تي ذات - رهڻي منجهه روحل چوي
(حضرت روحل عليہ رحمت)

ان شور تي جج صاحب پنهنجي آفيس مان نڪري آيو. ۽ چيائين ته "ڪورٽ جو ڪجهه احترام به سکو" مون ڏٺو ته شيخ صاحب ڪنهن مصلحت سبب نرم ٿيو ۽ جيئن ئي ٻئي طرف منهن ڦيريائين ته سندس نظر مون تي پئي. ۽ ڏسندي چيائين ته هي ڇوڪرو ڪهڙو بدوي آهي!...... مونکي اڳ ئي من ۾ ماڻهن هو. تنهنڪري ڪيس هڪدم چئي ڏنم "سائين اوهانجي استاد فقير مسرور جو پياري ۾ پيارو پٽ پيارل مسرور بدوي آهي. بس منهنجي ايتري چوڻ جي دير هُئي. شيخ صاحب جو چرڪ نڪري ويو ۽ سندس بغل وارو پرس هيٺ ڪري پيو. جيڪو مون مناسب نه سمجهندي به کيس کڻي ڏنو وڪيل پڇيو ته هن جو نالو ته لعل بخش آهي" تورو چپ ٿي.... بعد ۾ چيائين ته "واقعي ئي سندس اکيون به فقير سائينءَ وانگر لال مشعال وانگر ئي آهن. جرئتمندي ۾ به هوبهو مسرور سائينءَ وارو ئي دبدبو آتس ۽ اهڙو جملو شاعر ۽ سندس شاعريءَ متعلق فقط فقير مسرور جي مڪتب فڪر جو ئي سنگ ميل ٿي سهگي ٿو" بهرحال مامرو مانو ٿي ويو. ۽ شيخ وڪيل صاحب جَجَ صاحب جي چيمبر ۾ گهڙي ويو.

ساڳئي عرصي دوران روهڙي شريف ۾ رهنديءَ ميان لعل بخش روزانو درگاهه عاليه تي شامَ جو چونڪي ڪندو هو ڍولڪ به پاڻ وڄائيندو هو ته وري ڪلام به پاڻ ڳائيندو هو. هن ضمن ۾ خاص طور بيجل ۽ راءِ ڏياچ بابت بيت اڪثر طور ڳائيندو هو سندس آواز ۾ شايد بيجل واي ڪشش هُئي جو رفته رفته درگاهه تي راڳ ٻڌندڙن جو ڏينهون ڏينهن تعداد وڌندو رهيو هو.

جڏهن ذڪر ڪيل زماني ۾ حضرت بيڪس عليہ رحمت جي پنجين رمضان واري عرس مُبارڪ جو وقت آڇي ويو ۽ مان هڪ ڏينهن اول پهچي چُڪو هوس. پُهچڻ شرط برادرم پيارل مليو ۽ چيائين ته آدا "اڄ حضرت روهڙيءَ ۾ لعل

لطيف رحہ جي اوتاري تي هلو تہ زيارت ڪري آچون......! نيڪ روشن هجي تہ اُنَ دور ۾ اُتي سرڪار پٽ ڌڻيءَ جي سِتار، جُبوءِ جُتي مُبارڪ بہ رکيل هُئي. خير اُتي پهچڻ بعد بہ راڳي ڏناسون جن جا نالا. بصر فقير شيخ ۽ بصر فقير ميمڻ هُئا. مون موقعو وٺي اُنَ وقت جي متولي آخوند صاحب کي چيو. "اسان کي انهن مان هڪ بصر ڏيو" نيڪ روشن هجي تہ آخوند صاحب سهڻي صورت ۽ سيرت جو مالڪ پر هن معاملي ۾ همراهہ بنهہ نابري واري ڇڏي، چيائين تہ "ابا هنن مان هڪ بہ نہ ڏينداسين." تنهن تي ميان لعل بخش چئيس تہ "آخوند صاحب، پاڻهي پنهنجي هٿن سان ڏئي ويندين" بهرحال ائين چئي اسان بس وري درگاهہ شريف ڏانهن واپس آياسين.

رات خير جي گذري ٻئي ڏينهن حضرت بيڪس سرڪار جو عرس هو توري گهڻي ڪم ڪرڻ بعد شامَ جو فقيرن کي ايندو ڏٺوسين. گيڙو رتل ويس ۾ ڏسي دل بهار بهار ٿيڻ لڳي هئي.

پٽ نہ ڪن ٿا پنهوار - سونهن لال لڳين سر لويون

(صوفي خير محمد رحہ)

جڏهن رات شروع ٿي تہ درگاهہ جي صحن ۾ پريان آخوند ۽ بصر فقير شيخ ٻئي اچي رهيا هُئا، برادرم پيارل چيو تہ "ڏس منهنجي مرشد جا رنگ" بهرحال رات جو ميلو راڳ روپ جي رنگ ۾ هچندو ۽ رَچندو رهيو منجهند جو ڌمال جو رقص ٿيو. آخوند صاحب تہ واپس هليو ويو. بلڪ فقير بصر شيخ اُتيئي موجود رهيو. مون مصلحتاً اِنَ سبب متعلق مزيد پڇڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، ۽ واپس شڪارپور هليو آيس..... وري جڏهن ساڳئي مهيني جي ايڪويهين تاريخ جو قلندري ڌمال ۽ ويراڳ سبب واپس حضرت روهڙي شريف پهتس تہ فقير بصر شيخ کي اُتِ ڏٺم. جنهن لاءِ برادرم لعل بخش کان پڇيم تہ "فقير بصر سائين ڪهڙي مهل آيو آهي" تنهن تي لعل بخش کان اڳ ئي بصر فقير ٽڪڙو ٽڪڙو اچي چوڻ لڳو تہ "بابا اوهين آهيو شڪارپوري، سرڪار بيدل رحہ بيڪس رحہ جا معشوق اوهان سان هن بندي جي ڇا مجال آهي. بس اُهو ڏينهن اُها رات. هاڻي بس قيامت تائين منهنجو ڏرڻو مرڻو اُتيئي آهي. مون کي سرڪار ريشم جي تندن سان ٻڌي سوگهو ڪري وڌو آهي، مونکي فقير بصر سائين. تي انهن محبت ڀرين لفظن

چون سبب ڏاڍو پيار آيو پر پنهنجي طبعي مجبوريءَ سبب ڪانئس حجت ڪندي پڇيم تہ "فقير اِهي ريشم جون ٿندون ڏسڻ ۾ تہ نٿيون اچن. تنهن تي پاڻ آچي پيار مان ٿي ٻانهون کولي اسان ٻنهي ڀائرن کي ڀاڪر وجهي چيائين تہ "اوهين سهڻا ٿي آهيو ريشم جون تارون" وري مون جڏهن بصر سائينءَ جي اکين ۾ ڏٺو تہ فقير جي اکين ۾ پيار جا آنسو لهر ڪري رهيا هُئا. جنهن سبب اسانجون دليون ۽ اکيون هن فقير جي درَ کي ڏسي ڪجهہ قدر آليون ضرور ٿيون هُيون. ياد رهي تہ فقير سائين بصر شيخ جي وفات بہ حضرت بيدل عليہ رحمت جي عرس مُبارڪ دوران ٿي. اهڙي ريت سندس سنگ ـ آستان بہ درگاهہ شريف جي ڏکڻ طرف قبرستان ۾ آهي. سبحان الله.

موت وَ حيات ميري سب ڪڇ تيري لئي هين
جينا تيري گلي مين مرنا تيري گلي مين
(حضرت صابرؒ)

برادرم پيارل فقير باطني طور تي روحاني سونهن جو مالڪ هو پر ظاهري طور بہ بابا فقير مسرور رحہ جي پوري اولاد ۾ سڀ کان حُسين ترين حسن جو شاهڪار هو. پنهنجي زندگي دوران هار سينگار جو بہ شوقين هو. سخي بہ ايڏو هو جو ڪلارڪي جي ننڍي ملازمت هوندي بہ وڏي کان وڏي قرباني ڏئي ونندو هو. هڪ پيري ڪنهن فقير سندس ٻانهن ۾ راڊو آٽوميٽڪ واچ ڏٺي. فقير واچ کي ڏسندو ئي رهيو اَن کان اڳ فقير پيارل سائين اِها واچ ٻانهن مان لاهي واچ ڏسندڙ فقير کي پارائي ڇڏي

ساڳئي ئي 1970ع واري عشري جي پوئين ٽن سالن ۾ اسان جي امڙ سڳوري سخت بيمار ٿي پئي. امڙ جي ان علالت سبب بروقت پاڙي جي هڪ عورت آچي ماجرا ٻڌائي. ان حالت جي ڪارڻ مان ۽ منهنجا ڀاتي هڪدم وڃي امڙ جي حاضر خدمت ٿياسين. ان وقت مون ڏٺو تہ ذڪر ڪيل گهر ۾ استعمال جي ڪا بہ شئي، گهر جي ڀاتين پوئتي ڪانہ ڇڏي هُئي. المختصر امڙ جي علالت جو حال ٻڌي ميان لعل بخش روهڙي کان بدلي ڪرائي اچي امڙ سان شڪارپور ۾ رهڻ لڳو هو پر هتي ٿورن ڏينهن بعد هي همراهہ بہ عليل ۽ بيمار ٿي پيو امڙ ۽ لعل بخش وڏي گهر اندر بيماريءَ جي حالت ۾ رهندا هُئا. ايترو ضرور هو جو ميان لعل بخش

ڪجھ قدر هلي چلي سگھندو هو. نوڪريءَ تي بہ ويندو هو تہ ڪڏهن درگاھ شريف روهڙيءَ بہ ويندو هو. اِنَ سال 16 ذوالقعد حضرت قادر بخش بيدل عليہ رحمت جي عرس سبب طبيعت ناساز هجڻ جي باوجود ميان لعل بخش حضرت روهڙي درگاھ شريف ڏانهن ويل هو مونکي بہ ڪجھ قدر مرشد جي اپر ڏي تانگھہ ضرور هُئي، مون 16 جي رات آميءَ کان اجازت گھري، پر آمي چيو تہ "تون هتي ئي هُج، موليٰ توکي اُتي ئي اجر ڏيندو"

ان ڏينهن معمول مطابق امي کي مالش وغيره ڪري منجھند جو آچي پنهنجي ننڍڙي گھر ۾ سُمهيس. ڪم ڪرڻ سبب ڪجھ ٿڪ بہ هو ان ڪري مونکي ننڊ آچي وئي. ننڊ دوران ڪجھ فقيرن جا ٽولا ڏٺم. جيڪي وڏي گھر ۾ تمام سُهڻين پوشاڪن ۾ آمي جي اڳيان، وڏي مستيءَ سان راڳ ڪري رهيا هُئا تہ ڪجھ رقص ڪري رهيا هُئا جنهن سبب وڏي موج هتل هُئي. شايد ان سبب ننڊ مان جاڳ ٿي ۽ تڪڙو وڏي گھر ۾ گھڙي ويس. ڏٺم تہ آمي تہ جسماني طور قرار ۾ آهي، مان ڏٺل خواب دوران جيڪو نظارو ڏٺو هو ان کي ڏسڻ لاءِ هيڏي هوڏي ڏسي رهيو هوس. اهڙي طرح وري جڏهن آمي جي طرف غور سان ڏٺم. تہ...... سندس جسماني پڃرو تہ موجود هو پر اُنَ ۾ رهندڙ پکيئڙو......پنهنجي اصلي ملڪ ڏانهن اُڏري ويو هو. لعل بخش جڏهن واپس شڪارپور پهتو تہ سندس طبيعت تمام بگڙجي چُڪي هئي، جنهن سبب ڪيس حيدآباد جي ڪوٽڙي واري سينوٽريم ۾ علاج لاِ داخل ٿيڻو پيو جِتان ٽن چئن مهينن بعد واپس ڪيو ويو. ان وقت سندس طبيعت البت بهتر هُئي، ان دوران مونکي چيائين تہ "قرب ڪري مونکي درگاھ شاھ درازين وٺي هل" المختصر اُتي پهچڻ شرط سرڪار عبدالحسين المعروف خواجہ عبدالحق بادشاھ سان ملاقات جي ڪوشش ڪئي سون. پر درازي بادشاھ اندر حويليءَ مان پيغام موڪليو تہ "حضرت امام حسين رضہ جي چهلم تي ملاقات ٿيندي" جنهن ڪري ساڳي حالت ۾ شڪارپور واپس ٿياسين. ادا پيارل جي ڏينهون ڏينهن طبيعت علالت ۾ مزيد مبتلا ٿي وئي. آخر اِمامن سڳورن جي چهلم ڏينهن شامَ جو لاڏاڻو ڪيائين. عيسوي سن مطابق اُهو سوگوار ڏهاڙو 18 ڊسمبر 1981ع وارو هيو. سندس تدفين وقت هڪ دوست آچي ٻڌايو تہ اڄ شاھ درازن جو سجاده نشين ميان عبدالحسين المعروف خواجہ عبدالحق بہ هِنَ جهانَ

تان لاڏاڻو ڪري ويو آهي. ميان لعل بخش ۽ راقم اڳ ۾ محرومين ۽ رسوائين جا پاليل هئاسين. تاهم ميان لعل بخش ائين ۽ جي جُدائي وڏي ڏُکَ ۽ صدمي جو باعث ضرور بڻي.

مسرور مونکي ڏنو آ عجيبن - سندو ڏاج ڏکڙن
ڇُمي سر تي چايان
سبب کهڙو سر تيون مان - لو ڪئن لِڪايان
(فقير مسرور رحم)

برادرم لعل بخش جي لاڏاڻي بعد سندس هڪ دوست آيو جنهن سندس هڪ واقعو اِجهو هن طرح بيان ڪيو چيائين ته "ادا مِٺا اوهان کي ياد هوندو ته اسان لعل بخش سان. 14 آگسٽ جو جشن ڏسڻ لاءِ ڪوئيٽا ويا هئاسين. اوهان شايد ڪيس گرم ڪمبل وٺي اچڻ لاءِ چيو هو نمائش ڏسندي پاڻ ڪِتابن جي دڪانن تي بيهي رهيو ڇان هِنَ خواجه غلام فريد جو رسالو خريد ڪيو چيائين ته هي ڪِتاب ادا مٺل لاءِ ورتو اٿم. تنهن تي مان ڪيس چيو ته ادا مٺل هرنائي ۽ جي ڪمبل لاءِ چيو هو تنهن تي لعل بخش چيو ته ڪمبل فقط هن دنيا لاءِ آهي. پر هن ڪِتاب ۾ هر دوجهان جون برڪتون دائمي طور موجود آهن."

هڪ ٻيو سندس پيارو دوست حضرت روهڙي شريف کان آيو. جنهن هڪ آهم واقعي کي ورجائيندي چيو ته "ادا مٺا اوهان لعل بخش کي ڏٺو. ڪيڏو ته بهادر ۽ جرئتمند انسان هو هڪ دفعي فقيرن سان ڪجھ ماڻهن بدتميزي پئي ڪئي جيڪو مارو هٿيارن جي استعمال تائين وڃي پهتو هو ان عالم ۾ ادا پيارو ڪيئن ته سينو سپر ڪيو بيٺو هو حالانڪ ڪيس ڪجھ زخم به رسيا هُئا. "مون کي اُهو منظر ياد ايندي سچ ته افسوس به ڏاڍو ٿيو هو بلڪ بقول مرشدنا حضرت بيدل عليه رحمت "بيدل جفا ڪري نهين ڪڇ هماري اختيار - ورنه به فهم - دوستي - فرزانه هون فرزانهُون" پاڻ تي ضبط رکيو پيو هو. ميان لعل بخش اڪثر طور فقير مسرور عليه رحمت جي شاعري وڏي شوق سان ڳائيندو هو مثال طور.

(1) جانب جت جو اٿم جيءَ ۾ جهوراڻو جيڪو راڳ جهنگلو جوڳ ۽ پيروي ۾ ڳائيندو هو.

(2) آيو عشق حضرت لکين لطف ڳايان ـ سبب کھڙي سر تيون مان نوڪڙن لڪايان. هي ڪلام سر پيلو ۾ چوندو هو.

(3) ڏوراپا ڏيندس آء ـ ڪاڪيون ڪيچيئڙن ڪي. هي ڪلام سر ڪوهياري ۾ ٻڌائيندو هو. ان کان علاوه بابا مسرور سائين جا ڪيترائي ڪلام مِٺن سرن ۽ لهجن ۾ ڳائيندو رهندو هو.

اهڙي طرح حضرت بيکس رحہ جي ڪلام "راز محرم رُس نہ يار ـ آءُ تہ پرچون پاڻ ۾. سان تہ خاص طور عشق هوس ذڪر ڪيل ڪافي، اڪثر طور سر راڻي ۾ عام طور راڳ تلنگ ۾ چوندو هو. ان سلسلي تحت مرشد بيدل عليہ رحمت جا بہ تمام گھڻا ڪلام ڳائيندو رهندو هو مثال طور.

(1) اڏر پکيئڙا ڦڙ؛ واهيري ـ نکر منجهان ناسوت. هي ڪلام راڳ نٽ ڪيڏارو يعني سر ڪاريهر ۾ چوندو هو.

(2) برهہ جو باري بار ـ رمز بازن ري؛ ڪير اُٺائي : هي ڪلام اڪثر بهاڳ ۾ عام طور راڳ آسا ۾ ڳائيندو هو.

(3) صورت جو سردار ـ يلي ڪري آيو. هي ڪلام راڳ پيرو ۾ يا وقتي طور راڳ پيلو ۾ ٻڌائيندو هو.

ان کان علاوه حضرت سچل سرمست رحہ حضرت پِٽ ڌڻي رحہ ۽ ڪجھ ٻين صوفين جا ڪلام بہ بعضي بعضي ڳائي وٺندو هو. حضرت لعل شهباز سرڪار عثمان مروندي؛ جو فارسي غزل "امروز شاهہ ـ شاهان مهمان شدت مارا" تمام وڏي جذب سان ڳائيندو هو.

ميان لعل بخش عرف پيارل فقير متعلق پيش ڪيل فُقرن مان بخوبي معلوم ٿيندو تہ هي همراهہ مرشد بيدل رحہ جو پيارو تصوف ۽ عرفان جو شائق، مِٺو ۽ سُٺو راڳي ساڳيئ وقت خود اعتماد ۽ خودار شخص هو. سندس ياد هميشہ ذهن تي سوار رهندي آهي. ان جذبي سبب ئي سندس لاءِ چند جملا لکيا اٿم. سندس طفيلي مون تي بہ مرشد جي مهر نظر مزيد دائم قائم رهندي (آمين).



# داتا ولايت علي شاھ

ھيءَ ڪائنات، جيڪا ڪثرت جي روپ ۾ پنھنجي انيڪ رنگن ۽ رعنائين سان جلوگر آھي. جيڪا اصل ۾ وحدت مان ظھور پذير ٿي آھي..... موجود ڪثرت جي ڪارونيار ۾ جن اصل حقيقي وحدت کي ڳولھي لڌو آھي، جن عبديت مان احديت کي ڄاڻي ورتو آھي. جن حقوق العباد کي حقوق الله سمجھي، ڪل شيءِ، سڀ صورت ۽ ھر مظھر کي احديت واري آرسيءَ ۾ ڏٺو آھي. انھن پنھنجي دم قدم کي ثابت ۽ محڪم رکيو آھي. باعث ـ ڪائنات، فخر ـ موجودات، حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم، فرمايو آھي تہ: ”اھو جيڪو اوھين پاڻ لاءِ نا پسند ڪريو ٿا، تہ اُھو ڪنھن ٻئي جي حق ۾ بہ ناپسند ڪريو“...... يعني جيڪڏھن اوھين پنھنجي لاءِ پاڻ تي ظلم نا پاسند ڪريو ٿا تہ اِھو ظلم ڪنھن ٻئي جي حق ۾ بہ ناپسند ڪريو. ان کان سواءِ ھر اھو معاملو جيڪو پنھنجي حق ۾ ناپسند ڪريو ٿا، تہ سڀ ڪنھن لاءِ بغير ذات پات جي پيڌ، ھر ڪنھن لاءِ ناپسند ڪريو.

ذڪر ڪيل فرمودي مان، ڪثرت ۾ وحدت جو صاف صاف، چٽوءَ سڌو رستو ڏيکاريل آھي، جيڪو ھر صلح پسند صالح موحد ماڻھوءَ تي فَرض آھي...... ھن کان اڳتي وري پنھنجي ذاتي مفاد جي نفي ڪنديءَ ڪثرت ڪائنات ۾ وحدت کي قائم رکڻ، ھر سالڪ تي فرض آھي..... ذڪر ڪيل طريقيڪار سان ھلنديءَ عملي دنيا کان مشاھداتي عالم ۾ پھچندي عينيت سان سرشار ٿيندڙ صوفي، پوري ڪثرت ڪائنات کي وحدت ۾ ڏسن ٿا.

حق جابجا مشهود آ - جو عبد سو معبود آ.
حق ريءَ نڪي موجود آ - بيدل تون با اعتبار ٿي

(حضرت بيدل رح)

بيان ڪيل عينيت ۾ احديت ماڻيندي، پنهنجي آس پاس ۾ گڏ رهندڙ ۽ ڪثرت ڪائنات ۾ وحدت جي وڻجارن لاءِ ڪافي ڪجهه جيڪو بہ فرمايل آهي اُهو فقط الله لوڪ درويشن جي وسيلي ئي موصول ٿيو آهي.

سٺايائون سنگ ڪي - ڳالهيون سنديون ڳُجهہ
لاهوتن ڪي ڪا هُئي - لونءِ لونءِ اندر لُڄهہ
جنهن جي سُجهہ نہ ٻُجهہ - تاتي ڪيائون ٽڪيا

(حضرت بيدل رح)

هن بندي تي بہ پنهنجي بابا مسرور عليہ رحمت جو اهڙو ئي هدايت پريو هٿ رهيو جنهن جي ظاهري جيون ۾ مون ڪافي اڪابر ڏِٺا، پر بابا سائينءَ جي موجودگيءَ سبب فقط ڪيس ئي پاڻ لاءِ اهميت وارو ۽ ضروري سمجهندو هوس.

بابا مسرور سائين جي وصال (سال 1953ع) بعد مان ڪافي اُٻاٽڪو ۽ واٽڙو ٿي پيو هوس، پر فقراهہ جي سنڀال ۽ پاسداريءَ سبب منهنجي ساهہ ڪي وڏي سڌيرَ مِلي هُئي.

راحت رَسي روحَ ڪي - اُنهن جي آئي
هليا ڦيرائي - هوڪو همہ اوست جو

(حضرت بيدل رح)

اِنَ دور ۾ هڪ دفعي، داتا فيض دريا عليہ رحمت جي عُرس مُبارڪ تي ٻهتو هوس جيڪو يارهين شوال کان شروع ٿيندو هو. جتي تمام ڪثير التعداد فقراهہ جي زيارت نصيب ٿيم...... جنهن ۾ خاص طور فقير عبدالخالق غمدل رحہ، فقير چاڪر خان شائق عمراڻي رحہ، سرڪار غلام مصطفيٰ شاهہ رحہ بن سيد صاحبڏنو رحہ وستي ڏٽي، فقير پريل پياسي رحہ...... بهرحال وڏي فقراهي فوج

ڏنم..... حسن جا هٿيار ڏنم، ڇيرين جا ڇمڪار ڏٺم، هو هو جي هبڪار ڏٺم، المقصد، جو ڪجھ بہ ڏٺم، سارو ئي سير سبحان الله، سبحان الله.....!

عُرس مُبارڪ جي نڪيتيءَ واري ڏينهن هڪ ڪچهري لڳندي هُئي جنهن مجلس جو مور خود سرڪار داتا ولايت شاھ رحہ هوندو هو..... درويش ۽ بزرگن کي يڪجاءِ ويٺل ڏسي، پوري يقين سان ظاهر ۾ حضور ۽ هر طرف نُور ئي نُور محسوس ڪيم نڪيتيءَ واري مجلس ۾ ڪجھ درويشن پنهنجي طرفان ملهائيندڙ ميڙن جي تاريخن جي آگاهي پئي ڏني، ڪنهن درويش وريءَ ڪنهن ميڙي ۾ نہ پهچڻ جا سبب پئي ڏنا، ڪي اهڙا بہ درويش ڏٺم جيڪي..... ڪنهن وصال ڪيل فقيرن جي خبر بہ ڏئي رهيا هُئا. اِنَ دوران ڪنهن بہ درويش، ڪنهن جي بہ گفتگو جي وچ ۾ نہ پئي ڳالهايو هر ڪو پنهنجي واري سان ڳالهائي رهيو هو جنهن ڪري تمام گهڻي معلومات، يادداشت ۾ آساني سان محفوظ پئي ٿيندي رهي..... اِنَ دوران هڪ سبز پوش بزرگ، جيڪو سراپاءِ، سائي سبز پوشاڪ ۾ مبلوس هو تنهن تمام گرجدار لهجي ۾ اعتراض واريو تہ اوهان جي فقراھ ۾ مردن ۽ عورتن جو پاڻ ۾، تڪليفيءَ سان ملڻ خراب آهي..... جنهن تي داتا شهنشاھ فرمايو تہ "جنهن کي ظاهري عقل خراب سمجهندو آهي، اُهو باطني طور حقيقي حق هوندو آهي، جيڪو گُجھ ۾ سولوءَ ڇگو لڳندو آهي، اُهو ظاهر ۾ ۽ خدا وٽ چوريءَ جو عمل سڏبو آهي." جيڪو لوڪ ملامت ڪان بچڻ سبب بہ لِڪي لِڪي ڪري وٺبو آهي"..... سچ تہ سرڪار داتا ولايت شاھ سچ سُخن ۾ واضح موقف جو مالڪ ڏٺم، جِتي ڪو بہ ڦند ڦير، فتنوءَ ڦڏو بنھ محسوس نہ ٿيندو هو. سندس حلقو صاف سچو غير جانبدار ڏٺم، هر طرف هڪ بئي سان محبت ۽ پيار ڏٺم، سونهن ۽ سينگار ڏٺم، حسن جو هبڪار ڏٺم. اُڪنڊ اُڪير ۽ اُمنگ پريو خلوص ڏٺم..... ننگر طعام سادو ۽ سلوڻو ڏٺم.

نيڪ روشن هجي تہ حضرت انباھ جي فقراھ ۾ امير ۽ جاگيردار بہ هُئا، پر ميڙي جو سمورو ڪم غريب فقراھ ئي ڪندا هُئا، امير ۽ جاگيردار، رياضت وارن کي، منٿون ميڙون ڪري ڪري، رياضت ۾ ڀهرو وٺي پئي سگهيا جَنهنڪي پنهنجي لاءِ تمام عظيم خوش نصيبي سمجهندا هُئا. ظاهري ڇنڊ ڦوڪ، جهاڙو

چٽڪار ۽ ايندڙ ويندڙ محبت وارن لاءِ سهوليت جو سامان مهيا ڪرڻ. انهن درويشن جو ڪم هوندو هو ان ڪان علاوه سندن گهرو عورتون، ڪير جا ڏِلا، ڏڏ جون چاڏيون ۽ مکڻ جون ماٽيون به ڪنيو اچي ننگر ۾ شامل ڪنديون هيون. ان ڏس ۾ مون پنهنجي اکئين ڏٺو ته داتا سرڪار مچ ٻارڻ لاءِ وڏا وڏا ٻُنڊَ ۽ لاهه ڳلهن تي کڻي، فقراهه جي ٻارين تي پُهچائي ڏيندو هو ۽ گهڻو ڪجهه! بهرحال هن جيلاني جوان پيرن جي پير کي مُڪمل طور فقر جو فقير ڏٺم. هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته فقير شاهڏنو سائين حج جي تياري ڪري پنهنجي روانگيءَ کان اڳ، داتا سرڪار کان موڪلائي ڪرڻ آيو هو..... جڏهن فقير شاهڏني عرض ڪيو ته "قبلا حج تي پيو وڃان، اوهان کان موڪلائڻ آيو آهيان"...... فقير شاهڏني جي، ان چوڻ تي ڪجهه قدر داتا سرڪار جا نيڻ پرجي آيا ۽ چوڻ لڳو ته "محبوب سائين! اوهان جو حج ته پنهنجي محبوب وٽ آهي، جيڪو اوهان کان وار جيترو به ڏار ناهي..... اوهان جيڪڏهن ڪٿي جدا به سمجهيو پر فقير اوهان کان وار جيري به وٿي نه رکندو"..... مطلب ته حاجي شاهڏنو حج لاءِ روانو ٿي ويو........! پوءِ جڏهن حاجي شاهڏنو صاحب حج تان واپس موٽيو وريو ڪافي فقراهه ساڻس ملڻ ويا جن سان احوال اوريندي چيائين ته "جِتي به مان ويس، تُوڙي ريل ۾ هجان، پاڻيءَ جي جهاز ۾ هُجان، موٽر لاريءَ ۾ هُجان يا پيدل يعني طواف ۾ هُجان، داتا سرڪار مون سان گڏ رهڻ ڪندو هلندو هو ۽ مونکي ان سفر دوران داتا هڪ ڏم به پاڻ کان ڏار نه ڪيو هاڻي هِتي سنڌ ۾ پهچڻ کانپوءِ ڪجهه قدر جُدائي محسوس ڪيان ٿو قرار ناهي، بس جيڪڏهن دم دير ڪندس ته مري ويندس..... اِنَ گفتگو دوران چڪ شهر جو هڪ ماڻهو جيڪو ساڻس ملڻ ويو هو تنهن چيو ته "سيد ولايت شاهه کهڙو عاشق آهي، جنهنجو منظور نظر، حج ڪري آيو هجي ۽ عاشق سڪڻو وٽس ملڻ لاءِ به نه آچي". تنهن تي فقير شاهه ڏني صاحب کيس ٻڌايو ته "داتا ته مونکان دم به ڏار ناهي"...... پر ماڻهو نه ٽامڙن جي مِصداق کيس ڪو ڪارنامو سر انجام ڏيڻو هو چيائين ته "حاجي صاحب اِهو ته باطني معاملو آهي، پر ظاهر ۾ به ملڻ ضروري آهي، ڏس توکي ساڻس ملڻ جي ڪيڏي بيقراري آهي، پر عاشق کي ڪا به اونِ نه

آهي". هڪ طرف اِنَ ماڻهوءَ, حاجي صاحب کي بيراهه ڪرڻ پئي چاهيو پر سندس دال نہ ڳري...!

تہ ٻئي طرف, داتا سرڪار وٽ پهچي, چوڻ لڳو تہ "سائين شاهڏنو هاڻي حاجي ٿي آيو آهي, تہ غرور ۾ پئجي ويو آهي..... حج ڪرڻ بعد اوهان سان ملڻ بہ نہ آيو آهي..... هن تي داتا سرڪار فرمايو تہ "مون ڏي ڏس تہ هي ڪير آهي؟" جنهن وقت اُنَ ماڻهو داتا سرڪار جي طرف نهاريو بَس سندس ڏسڻ جي فقط دير هُئي..... ديدار جو تاب برداشت نہ ڪرڻ سبب بيهوش ٿي پوئتي ڪري پيو. جنهن بعد وِڦلڻ لڳو تہ "داتا جي صورت ۾ وڏيري شاهہ ڏني جي صورت ڏٺي اٿم.

ڪاڪ نہ جهليا ڪاپڙي- موهيا ڪنهن نہ مال
جي چورن ڏنا چال - تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا
(پٺ ڌڻي عليہ رحمت)

هوڏانهن حاجي شاهڏنو گيڙو الفي پائي, سونن زيورن سان سينگار جي, پنهنجي سنگت سوڏو ڇيريون پائي, ڳائيندا وڄائيندا, داتا سرڪار طرف انباهہ شريف اچي رهيا هُئا, جڏهن اِها خبرَ اُن پتريور ماڻهوءَ ٻڌي تہ هڪدم آچي, حاجي شاهڏني جو اَڳ جهليائين..... اُنَ دم بہ ساڻس ساڳي حالت ٿي. همراهہ تابُ نہ سهي سگهيو هو...! بهرحال.

هيڏانهن داتا سرڪار بہ گيڙو الفي پائي, سونن زيورن سان سينگارجي صوفي سُنگ سميت, ڇيريون پائي, ڳائيندا وڄائيندا, هڪ ٻئي سان ديوانہ, پروانہ..... مستاناوارِ مُحب محبن سان ملي ويا..... پاڻ اهڙي تہ رنگ ۽ ڪيفيت ۾ مليا, جنهن جو بيان لفظن ۾ ادا ڪرڻ کان بلڪل بالا آهي.

سال اٺويهہ سؤ ستر واري عشري ۾, حضرت بيدل عليہ رحمت جي درگاهہ تي هِڪَ تبديلي واقع ٿي, جنهن سبب, شڪارپور, سکر, روهڙي ۽ پيرگوٺ جا فقير صفت ماڻهو وري اچڻ لڳا, جيڪي اِنهن وري ايندڙ فقيرن جي خدمت ۾ هڪيو حاضر پئي رهيو..... اِنَ هوندي بہ منهنجي دل جي, منشا هُئي تہ درگاهہ عاليہ تي ماضي وانگر فقيرن جون فوجون ۽ سنگ گڏ ٿي روحَ رچنديون رهاڻيون ڪن, جن

جي واس سان مغز معطر ۽ دليون سيراب ٿين..... مون ان ڳالھ جي مد نظر، ميان بيگ محمد سائينءَ کي عرض ڪيو تہ سنڌ جي صوفي درويشن جي درگاهن تي هلي، ڪين آچڻ جي دعوت پيش ڪجي، جيئن ظاهر ۾ بہ محبت جا مچ مچن..... سائين بيگ محمد، خاص طور منهنجي مشوري کي تمام وڏي اهميت ڏيندي ڪافي درگاهن تي هلي، درگاھ تي اچڻ لاءِ دعوت ۾ تمام خلوص سان سڏ ڏيندو پئي رهيو.

مٿي ذڪر ڪيل سلسلي تحت، جڏهن ميان بيگ محمد صاحب جي رفاقت ۾ حضرت انباھ شريف ۾ پهتاسين، ۽ پهچڻ شرط سامهون داتا سرڪار ولايت علي شاھ جو ديدار ٿي ويو دل کي بيحد قرار نصيب ٿيو..... نيڪ روشن هجي تہ انهن ڏينهن ۾ درگاھ تي حضرت فيض درياءِ عليہ رحمت جو عرس مُبارڪ هلي رهيو هو. جنهن سبب فقراهي فوجون ۽ صوفين جا سُنگ آيل هُئا، هر طرف راڳ ويراڳ ساز سرندا، مُرليون ڍولڪون ۽ باجا وڄي رهيا هُئا، اهڙي طرح آواز ۽ آلاپن جي للڪار ۾ چوڌس چوڌار، هُو هُو جي هُڪار لڳي پئي هُئي، ان گهما گهميءَ ڪان گذري آچي، داتا سرڪار جي قدمبوسي ڪئي سُون..... مون ملڻ شرط داتا سرڪار جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ، سرڪار فاقہ ڪيندي اندر ڏپ تي وئي آهي..... داتا سرڪار دلين جي مالڪ اشارو بروقت سمجهي ورتو. تنهنڪري فوراً فرمايائين تہ "مسرُورَ مِنا.....! اُتي تہ مولوين جا ميڙ تي ويا آهن"..... اِنَ تي مون نهايت ادب سان عرض ڪيو تہ "قبلا! سِڄ اُڀرندو آهي تہ تارا گم ٿي ويندا آهن.....! منهنجي اِنَ چوڻ تي داتا سرڪار من موهيندڙ مُرڪ مُرڪندي فرمايو تہ "ادا تو جهڙا پيچ ڪير پائيندو..... حاضر آهيون محُبوبَ...... جيسين جيئرا آهيون" مطلب تہ ايڏي وڏي دلجاءِ بعد اسين مڪمل طور باغ بهار ٿي وياسين.

ساڳئي سال جڏهن حضرت بيدل عليہ رحمت جي درگاھ تي عرس مُبارڪ هو. پهرين ڏهاڙي، جڏهن داتا ولايت شاھ سرڪار پنهنجي سُنگ سان ايوان ۾ پهتو ۽ اعلانيہ آلاپ ۾ ڳائيندو اندر درگاھ ۾ هليو هِنَ دلڪش منظر جو تاثير وارياسي تي وسڪاري وارو ڪم پئي ڪيو.

ان بعد داتا سرڪار درگاھ کان ٻاھر آچي، عام فقراھ ۾ ملي ويهي رهيو. پر ڪِٿي ٿو لکي لعلُ...... ويرم ٻه نه ٿي ته ساڻس ڏورانهن علائقن مان آيل فقير فقراھ قدمبوسي ڪندي، داتا سرڪار جي محبت ۽ زيارت ۾ سرشار ٿيندي بهار بهار پئي ٿيا. اِنَ سال داتا سرڪار ميلي جا ٽيئي ڏهاڙا ميلي ۾ رهيا ۽ بعد ۾ راهوٽن ڏينهن وارو معمول دائمي دستور ڪري رکيو هئائون ٻئي سال سرڪار بيڪس عليه رحمت جي عُرس مُبارڪ تي تمام سخت مينهن وسي رهيو هو جنهن سبب سائين بيگ محمد چيو ته "هن برساتي موسم ۾ ميلي جو پروگرام ڪيئن ٿيندو"..... بس ائين ئي ڳالهائي رهيا هئاسين ته پريان چيرن جا چمڪار ۽ ويراڳين جي آواز جي للڪار ٻڌڻ ۾ پئي آئي. ٿوري ويرم ۾ ظاهر ٿيو ته داتا سرڪار پنهنجي سنگ سان نچندو ڳائيندو هي ڪلام چوندو پئي آيو.

تون آن باغ حسن جو گل گل - اسان واس وٺڻ لئہ بل بلبل

(داتا سرڪار)

ٿوري مُفاصلي تي پران منگهن سائين، جيڪو سرڪار انور علي شاھ جهانپوري واري جو منظور نظر هو سو پنهنجي سنگ سان گيڙوءِ رتل پوشاڪ ۾ ملبوس نچندو ڳائيندو هي ڪلام چوندو پئي آيو.

آئي هُون دربار – مست قلندر والي
مست قلندر والي – سخي لعل قلندر والي

(سيد انور علي شاھ)

برسات جي رم جهم ۽ ٻنهي آيل سنگن جي چيرن جي چم چم ۾ سچ پچ ته خمار ۾ آچي ويا هئاسين، ته ڪِٿان هي آواز آيو "اوهان جي راڳ جي دِلڪشيءَ سبب مينهن جو ملائڪ وجڻ ئي نٿو چاهي، اوهان راڳ بند ڪيو ته ملائڪ واپس هليو ويندو ۽ مينهن به پوءِ بند ٿيندو" بس اِنَ ماڻهوءَ جو جملو پورو ئي نه ٿيو ته داتا سرڪار جي ذهن مُبارڪ مان تمام روح پرور آواز ۾ هي بيت ٻڌم.

مينهان ۽ نينهان – ٻئي اکر هڪڙو
جي وسڻ جا ويسَ ڪريان تہ ڪڪر ڪن ڪينهان
بادل تي بيهان – جي وسڻ جا ويسَ ڪري

(پٽ ڌڻي قدس ره)

مينهن تہ بند ٿي ويو بلڪ ويراڳين جو ويراڳ وَسندو رهيو.... هن عُرس مُبارڪ تي ايترا تہ روحَ پرور ۽ دلڪش حسن وارن جا ٽولا ور ور ڪيو وريو وريو پئي آيا، جو سارو صحن، حسين ترين خوبروئن، گلرخن، سرخ رخسارن ۽ لال لَبن جو باغ بڻجي ويو هو (سُبحان الله)

باغ بيدل جي ڪئي آ بهاري ـ حسن چمن ڪڙيو چوڌاري
طرحين طرحين ڦولَ ڦُلن ـ سيني گلن ۾ گل مُحسن

ميلي دوران، ريلوي جي وزير جو سيڪريٽري مرحوم خادم حسين ميمڻ اچي پهتو جيڪو منهنجو تمام ويجهو دوست هو هن صاحب برسات جي موسم ۾ ايتري فقراهہ کي ڏسي حيرت مان پڇيو تہ "آدا مِنا ايڏي برسات ايڏا سارا ماڻهو ڪيئن آچي پهتا آهن. جنهن جو مون ڪيس جواب نہ ڏنو. بلڪ وٺي اچي منگهن لعل سان ملائيم جنهن بعد داتا سرڪار جي حضور ۾ وٺي آيس. جِتي خادم ميمڻ، داتا سرڪار جي جسامت ۽ قدقامت کي ڏسي چيو تہ "هي شهنشاهہ بہ هن برسات ۾ ئي آيو آهي. تنهن تي مون کيس چيو تہ، هنن مالڪن کي، موسمن جو تغير اثر نہ ڪندو آهي نہ ئي انهن جو فڪر ڪندا آهن، سندن اڳواڻ عشق ۽ نظارو حُسن ۾ هوندو آهي.

حسن دا جلوا ڪعبہ، قبلا عشق ساڏا اِمام
عُشا قاندا مشرب اونهان، سمجهہ نہ سگهدي عام

(حضرت بيدل رح)

داتا سرڪار رحہ جي موجودات واري زماني ۾، حضرت بيدل رحہ جي درگاهہ تي جيڪي بہ عُرسَ مُبارڪ ٿيا، انهن ۾ اجتماعي طور فقر جو رنگ ۽ شعل شاهاڻي انداز ۾ ٿيندا رهندا هُتا.

حالانڪ داتا سرڪار ظاهر ۾ ڪجهه به نه چوندو هو. فقط سندس فياضي نگاهه محبت جي مانداڻ ڪي رعنائي ۽ رونق ۾ رکندي ايندي هُئي.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته مان پنهنجي دوستن فقيرن سان گڏجي ننگر تقسيم ڪري رهيو هوس. ان سلسلي ۾ جڏهن داتا سرڪار جي نزديڪ پهتاسين. ته ساڻس ميان بيگ محمد. فقير محمد مقيم حضرت پيڙل سرڪار جي درگاهه وارو ۽ سندن ٽوري وٽيءَ تي هڪ خوش لباس. امير فقير به ويٺل هو ننگر تقسيم ڪندي ڪندي داتا سرڪار طرف ڪي قدر پُٺي تي وئي. بس خبر نه رهي ته اُنَ امير فقير، منهنجي آلفيءَ جي ڪالر ۾ هٿ وجهي، ڇڪي چيو ته "نامرادا مرشد ڪي پُٺي ٿو ڏئين" تنهن تي مونکي ڪافي ڇرڪ لڳي هُئي، جنهن سبب سٽ ڏئي سندس طرف منهن ڪري چيم ته "وڏيرا ڪيترائي پير جٽيا آٿيئي. مهرباني ڪري هِنن فقيرن کي معاف رک اِنَ تي فقير محمد مُقيم فرمايو ته "اِهي پابنديون واقعي ئي پيرن وٽ هونديون آهن" مون ڏٺو ته داتا سرڪار وڏي جلال ۾ نظر آيو جنهن فرمايو ته "وڏيرا ڪجهه سجاٽپ به رک. سي صورت ۾ تنهنجوئي يار آهي" پر وڏيرو مڙيو بنهه...... نه چوي جيڪو پُٺي ڏيندو آهي، اُهو فيض کان پالهو هوندو آهي" تنهن تي فقير محمد مقيم ڪيس چيو ته "وڏيرا هاڻي تي خبر پوي ته تون درگاهه تي چانورن جي ڳوٺي ڪٺي آيو آهين..... اِهو داڀو تنهنجو نه پر تنهنجي چانور جو ڪمال آهي". مون ڏٺو ته وڏيرو ويچارو منهن ڪريءِ سائين جن کان ٽورو پري هَٽي ويٺو اهڙي طرح مان به پنهنجي دوستن سان وچي رياضت ۾ شامل ٿيس.

ذڪر ڪيل زماني دوران. ڪجهه اهڙا به امير فقير صوفياڻي لباس ۾ اچي، پنهنجي خُود نُمائي ڪندا هُئا. ۽ پنهنجي شاعري ڳائيندا وڏا قال مقال ڪندا هُئا. پر داتا سرڪار پنهنجي مجويت ۾ مگهن ويٺو رهندو هو. جيڪڏهن ڪو ڪانئس ڪجهه پڇندو هو ته تمام پيار ۽ نرم لهجي ۾ جواب ڏيندو هو. جنهن ۾ سندس خلق ـ عظيم ۽ شائستگي پئي جهلڪندي هُئي هڪ دفعي ڪنهن ماڻهوءَ سائينءَ کان پڇيو ته "سائين هي امير ماڻهو فقيري رنگ ۽ جذب سان ڳائيندي اسانکي ته ديوانو ٿا ڪري وجهن" تنهن تي داتا سرڪار فرمايو ته "اِهي ماڻهو

جنهن رنگ ۾ ڏسو ٿا اِهي اِنَ ڪانسواءِ گهٽو ڪجهه آهن. پر سندن راز آهي جِتي به بيهن.....! پر آسان جي آڏو فقط حق موجود آهي“

ساڳي روح رهاڻ وقتِ هڪ ٻئي ماڻهوءَ سوال ڪيو ته ”سائين موجوده دور ۾ ڇا فقير اهن؟ اِنَ تي داتا سرڪار فرمايو ته ”آبا.....! اوهين آهيو“ تنهن تي اُنَ ماڻهوءَ چيو ”هائو بلڪل آهيون تنهن تي داتا سرڪار ارشاد ڪيو ته ”آبا..... جي نقير نه هجي ته تُون به نه هُجين“..... مان ٻُڌيءِ سندس نقطا، دل تي نقش ڪندو رهيس.

دارين ڪان اڳي آهه شاهي فقير جي
خود رهنمائي رهبري روشن ضمير جي
(حضرت داتا ولايت شاهه رح)

حضرت داتا ولايت علي شاهه سرڪار سال 1982ع ۾ وصال فرمايو. اِنَ دوران داتا سرڪار جي طبيعت ظاهري طور ٺيڪ نه رهندي هُئي، پر تڏهن به حضرت بيدل رحه ۽ حضرت بيڪس رحه جي عُرس مُبارڪ ۾ وصال جي سال تائين آچڻ جا پال پلائيندو رهيو. مونکي پوري طرح يادآهي ته ميان بيگ محمد اِنَ متعلق چيو هو ”منل ڪيئي درويش ڏنم پر داتا سرڪار جيئن فرمايو حاضر آهيون محبوب...... جيسين آهيون جيئرا“ ڪري ڏيکاريو.....! بهرحال مان پنهنجي طبيعت جي وقتي وجدان جو سبب سمجهندي به سمجهي نه سگهيو آهيان. بهرحال ڪجهه ان قسم جي ڪيفيت ۾ ميان بيگ صاحب آڏو هي بيت چئي ويٺو هوس.

مرد نه مرن ڪڏهن - جي ساڳيو ٿيا سُبحان
عالم تي احسان - ڪوڙين پٽين اُنَ جو
(حضرت بيدل رح)

ذڪر ڪيل زماني جو هِڪ دَفعي جو مذڪور آهي ته مان شڪارپور ڪان داتا سرڪار جي ديدار لاءِ حضرت آنباهه آيو هوس. ان وقت مون داتا سرڪار کي ميلي جي دعوت ڏيڻ ڪان پاسو ڪرڻ پئي چاهيو ڇاڪان جو فقراهه سنگت

مونکي خبر ڏني هُئي تہ حڪيمن داتا سرڪار کي ظاهر ۾ هر قسم جي چرپر کان جهليو آهي“

مون کي ڪجھ قدر عجب بہ لڳو جڏهن داتا سرڪار کٽ تان اُٿي اچي، پنهنجي ڪُرسيءَ تي اچي ويٺو..... مونکي پيارُ ڪنديءِ هِڪَ درويش کي چيائين تہ ”کٽ تان اِهو (فراق نامو) ڪِتاب کڻي ڏي“..... پاڻ ذڪر ڪيل فراق نامي مان ڪجھ شاعري پڙهي ٻُڌائي رهيو هو. ان دم موجودُ ماحولُ تمام سوگوار ٿي چُڪو هو..... پاڻ فُقراھ جي طرف ڏسي، فراق نامي واري بياضَ کي ٽيپيندي فرمايائين تہ ”مِٺا سائين!.... سرڪار بيدل بادشاھ جي ميلي تي ضرور اچبو“. تنهن تي ڪچهري ۾ ويٺل حڪيم چيو ”سرڪار! اوهان کي تہ وارَ جيتري بہ چرپر ناهي ڪرڻي، اوهان اِهو ڇا ٿا فرمايو“تنهن تي داتا سرڪار فرمايو تہ ”جيڪڏهن مان چرپر ڪريان، گھمان، ڦِران ۽ ڪٿي ٻُڪان تہ بہ ڇا ٿيندو؟“ اِنَ تي حڪيم صاحب بنا هٽڪ جي چئي ڏنو تہ ”پوءِ توهان جي حياتيءَ کي خطرو آهي“ تنهن تي داتا سرڪار فرمايو تہ: ”هن حياتيءَ کان علاوه ٻي بہ حياتي آهي..... اُها حياتي..... جيئين سان هيڪانديءِ دائم قائم رهندڙ آهي..... تون پنهنجيون ڦِڪيون ۽ پُڙيون پختيون ڪري رک.....! فقير مالڪ آهي، هِتي رهي يا هُتي رهي، پر اِهو بہ نہ وسارجانءِ تہ هِنَ هُنَ جَهان ۾ فقط بصر جي پردي جيترو مفاصلو آهي.“

مطلب تہ داتا سرڪار ذڪر ڪيل سال جي ميلي ۾ اچي پُهتا. وڏو قرب ڦران هر سال وانگر ساڳيو ئي سُرور ۽ لطف ٿيو. ميلي تان واپسي بعد ساڳئي سال داتا سرڪارِ وصال فرمايو ان وقت پاڻ آمر ڪيائين تہ ”مونکي فقراھ جي درميان جاءِ ڏِجو“ ان وصيت جي مدنظر داتا سرڪار پنهنجي درگاھ جي وراندي ۾ دائمي طور جلوه افروز آهن..... ”حق موجود“.....



# فقير گورڌنداس سوياٽي

مونکي پنهنجي والد سڳوري ميان غلام علي مسرور جي رفاقت ۾ اهڙن ٻه درويشن ۽ فقير صفت سالڪن جي ملاقات نصيب ٿي، جن جون يادون اڄان تائين وسرنديون نه آهن. اهڙن عظيم انسانن مان سرڳواسي گورڌنداس سوياٽي حضرت روهڙي شريف وارو ٻه منهنجي ذهن جي سيني ٿڃ ۾ پنهنجي حسن ڪردار سان اڄ تائين سدا موجود آهي.

مون کي چٽيءَ طرح ياد آهي ته مان هاءِ اسڪول شڪارپور ۾، اُن وقت ٻيون درجو پڙهندو هوس ۽ فقير بابا مسرور رحه سکر بئراج آفيس ۾ نوڪري ڪندڙ هو جيڪو شڪارپور ۾ آچر گُذارڻ بعد سومر جي ڏينهن نوڪريءَ سبب سکر ويندو هو ۽ وري ڇنڇر جي شامَ جو واپس شڪارپور ايندو هو.

هڪ دفعي معمول مطابق سومر جي ڏينهن صبح جي ماني کائي، باقي گرهه ٻه ٻچيل مونکي ڏئي چيائين ته ماني کائي سڌو اسڪول وڃجانءِ. جڏهن بابا گهر کان ٻاهر نڪري روانو ٿي ويو ته مونکي ٻچيل ماني کائڻ بجاءِ سُتي مار ڪاٺي پئي. جنهن سبب مان روئندو روئندو گهر جي دروازي کان ٻاهر نڪتس پوءِ خبر ناهي ته مان ڪيئن لڪيدر پهتس ۽ وري ڪيئن، اُنَ دروازي تي پهتس جنهن مان فقير بابا مسرور رحه مونکي ڏسي، ٻانهن کان ڇڪي مٿي بس ۾ ويهاريو. اُنَ دور ۾ ٻسون ۽ وڏيون لاريون ٻاهه پاڻيءَ جي ٻاڦ تي هلنديون هيون.

بهرحال سفر پورو ڪري سکر پهتاسين، بعد ۾ سکر جي ٿلهي واري جڳهه تي پهتاسين، جتي هڪ هندو فقير ڪشنداس رهندڙ هو ان گهر ۾ بابا مسرور رحه مونکي ڇڏي نوڪريءَ سانگي وڃڻ لڳو ۽ ويندي ويندي ڪاڪا ڪشنداس کي،

بابا سائين چيو ته "روٽي ڪائي مٺل کي آفيس وٺي اچجانءِ نه ته روئي روئي توهانکي تنگ ڪري وجهندو. المختصر ڪاڪا ڪشنداس ماني ڪاڏي ۽ ٽڪر ٽڪر ۾ مون کي بابا مسرور جي ڇوڙ تي اوڏانهن وٺي هليو واٽ تي مان ٽڪجي پيس. تنهن ڪري ڪاڪا ڪشنداس مونکي ڪُلهن تي کڻي هليو اهڙي طرح پراڻي سکر جي جيل جي اوريان چاڙهي کڻي هليو ۽ بئراج آفيس جي در تي هلي بعد ۾ پنهنجي ڪلهن کان هيٺ لاٿائين. نيڪ روشن هجي تِراهو 1946ع وارو دور هو ۽ بئراج آفيس ذڪر ڪيل هنڌ تي هوندي هُئي.

بئراج آفيس ۾ پهچڻ وقت هڪ ماڻهو بابا جي نزديڪ ڪرسي تي ويٺل هو. ان ڪري به ياد آهي ته پهريون دفعو ڪنهن ماڻهوءَ کي ڏٺم. جنهن منهنجي طرف منهن ڪري هٿ به جوڙيا ۽ ڪجهه قدر پنهنجو سر به جهڪايو هو هيءُ ماجرا آچانڪ اوچتو زندگيءَ ۾ پهريون دفعو درپيش آئي هُئي. خير، شامَ جو آفيس مان نڪري، حضرت بيدل سائين جي درگاهه تي پُهتاسين. جِتي درگاهه واري اندرئين ڪنهڙي جو ڪائيءَ وارو ڪم هلندڙ هو. فقير بابا مسرور اُتي پنهنجي ڪوٺ مان سڪا ڪڍي اُنهن ڪم ڪندڙ ڪاريگرن کي ڏنا. ٿوري دير بعد راڳ ويراڳ جي چونڪي شروع ٿي. اڳ ۾ ڪجهه بين درويشن پئي ڳايو جن کي اُن وقت ته مان سڃاڻي نه سگهيو هوس. پر ڪجهه زماني گذرڻ بعد واقفيت ٿيندي رهي. راڳ ويراڳ دوران ڍولڪ اُهوئي ماڻهو وڄائي رهيو هو جيڪو آفيس ۾ ڪرسيءَ تي بابا مسرور جي ويجهو ويٺل هو ۽ اسان سان ئي گڏجي درگاهه شريف تي آيو هو ڍولڪ وڄائيندڙ جو قد به ڪجهه قدر ننڍو هو تنهنڪري سندس بين عضون سان گڏ هٿ به ننڍا نازڪ ۽ سونهن پريا هُئا. جيڪي ڍولڪ وڄائڻ ۾ ڍولڪ مان نرم ۽ مٺر آواز پيدا ڪري رهيا هُئا. اِهوئي سبب هو جو راڳ ويراڳ نهايت ئي دل کي موهيندو پئي رهيو. جڏهن فقير بابا مسرور رحه يڪتارو کڻي ڳائڻ لاءِ وينو ته اُن ڍولڪ وڄائڻ واري فقير کي سڏ ڪندي چيائين "گورڌن سائين ٿورڙو ويجهو آچي ويهه" تنهن وقت مون پوري طرح ياد ڪري رکيو ته هن سائينءَ جو نالو گورڌن سائين آهي. بهرحال اُن رات راڳ دوران بابا سائين جيڪي به ڪافيون چيُون تن ۾ مٺل، مٺا سائين محبوب مِٺڙا جا لفظ ڪثرتِ سان هڏڻ ۾ آيا. ان بارائي

عمر ۾ پنهنجو نالو ٻڌندي وڏو مزو اَچي رهيو هو. اِنَ دلچسپيءَ جو ٻيو خاص سبب اِهو ٻه هو ته جنهن وقت مسرور بابا منهنجي طرف مرڪندڙ چهرو بنائي ڏسي رهيو هو. اُنَ وقت جي اندرئين احساس جو عالم بس ڇا چئجي!

سالڪ رمز سرود جي سمجهن ـ مورک مول نه سچن ڪڏانهان
راڳ جا قائل من جا مائل ـ وٺن سي رمزن واريون رانهان
(حضرت بيدل رح)

چونڪي پوري ٽيڻ بعد سائين گوردنداس پنهنجي گهر هليو ويو صبح ٽيڻ تي فقير بابا مسرور رحه مون کي سائين گوردنداس جي گهر وٺي آيو. جِتي نرم نرم ڦُلڪن سان حضرت روهڙي شريف جو ڏوئرو ڪاڏوسين. اُنَ ڏوري ۾ حسب ـ ذائقه ڪارا مرچ پِسيل ٻه پيل هُئا جنهن ڪري کائڻ ۾ ڏاڍو مزو آيو.

ماني کائڻ دوران گهر جي هڪ دروازي تي هڪ وڏو ڪبوتر ۽ ڪانءُ جيڏو مِٺو طوطو پنجري ۾ ويٺل هو. جيڪو وَر وَر ورائي پنهنجي مٺڙي ٻوليءَ ۾ مسلسل آواز ڪري رهيو هو. ان ڪري بابا مسرور چيو ته مِٺلَ هي مِٺو طوطو توکي حق موجود ٿو چوي، جيستائين اُنکي سدا موجود نه چوندين. تيسيتائين چُپ نه ڪندو. واقعي ٿي مون جڏهن ڏيان سان ٻڌو ته مِٺو طوطو حق موجود ٿي چئي رهيو هو. اِهو ٻڌي مون ٻه ڪيس سدا موجود چيو. مِٺو طوطي ته چپ ڪئي.

پر سندس سامهون گهٽيءَ جي دروازي تي هِڪ ٻئي پڃري ۾ ٻه هڪ ٻيو مِٺو طوطو پهرئين طوطي جيڏو ئي ويٺل هو تنهن وري سدا موجود. سدا موجود جي لات شروع ڪري ڏني..... اُنَ ٻاراڻي اوستا ۾ اِنَ لات طبيعت کي ايڏو ته مزو ڏنو جنهن جو بيان لفظن ۾ مڪمل طور ادا ڪرڻ کان بيوس آهيان... ها ته سائين پهرئين حق موجود چوڻ واري طوطي جي ڳچيءَ ۾ ڪاري ڳاڙهي ڪنٺي هُئي. پر ٻئي طوطي کي ڳلي ۾ اِها ڪنٺي ڪانه هُئي. منهنجي پُڇڻ تي ڪاڪا گوردنداس ٻڌايو ته ڪاري ڳاڙهي ڪنٺي وارو طوطو نَر آهي ۽ ٻِي ٻِنا ڪنٺيءَ واري مادي آهي. بهرحال سندس گهر هڪ ننڍڙي جنت جو نمونو ضرور هو مون ڏٺو ته سندس گهرَ جي اندرَ تُلسي رابيل گُلاب ۽ رَتن جوت جي ٻوٽن جون

ڪونڌيون ٻه رکيل هيون، جن تي وري وري ڪيو رنگين پوپٽ، پيرا ڪري رهيا هُئا. ٿوري دير بعد بابا مسرور ۽ ڪاڪا گورڌنداس نوڪري سانگي سکر نڪري ويا، پر ان گهر ۾ منهنجي طبيعت ڪي ايڏو تہ مزو آيو، جو پورا ٻه هفتا اُتيئي گذري ويا. اِنَ دوران وچ ۾ چاچا گورڌنداس، بابا مسرور سائين کي چيو تہ "فقير سائين هن چنچر تي شڪارپور نہ ويا، جنهن تي بابا سائين چيو تہ "بس منل گڏُ آهي تہ ٻي ڳڻتي ناهي" وري ٻئي چنچر تي شڪارپور وڃبو.

سائين گورڌنداس هندو سوياٽي جاتيءَ جو امن پسند، شريف، درويش صفت سالڪ فقير هو. سندس جنم 26 جون سال 1902ع تي ٿيو پنهنجي آوائلي جوانيءَ جي دور ۾ ئي ٽپيداريءَ جي ملازمت ۾ گهڙيو ۽ 1958ع ۾ ان ڪاتي مان ئي پينشن تي آيو. پاڻ شادي شده هو. ڪيس هڪ لائق فائق فرزند چينانند هو ۽ هڪ نياٽي ٻه هُيس سندس پورو پريوار حضرت سخي قبول محمد عليہ رحمت درازي جو ئي طالب هو. سي جو سي ياتي هڪ دفعي پاڻ هڪ ڪافي ڳائي رهيا هُئا. جنهن جا ٻول هن طرح هُئا.

ڳُل نبيان دا سرتاج محمدﷺ
بحر عرف امواج محمدﷺ
(حضرت سچل سرمستؒ)

ڪلام پوري ٿيڻ بعد مون سوال ڪيو "اوهان تہ هندو آهيو پوءِ اسانجي پيغمبر پاڪ جي صفت ڪيئن ٿا ڪريو؟ تنهن تي ڪاڪا گورنڌنداس فرمايو تہ "مِنوا فقيرن جو ڪو ٻہ مذهب نہ هوندو آهي، نہ هو هندو هوندا آهن ۽ نہ وري مسلمان! جيڪڏهن سندن ڪو مذهب ۽ ڌرمي لاڳاپو هوندو آهي تہ سي ڪنهن دين ڌرم واري ماڻهوءَ سان هڪ جهڙو هوندو آهي". اِنَ دوران پاڻ هي فارسي شعر ٻہ چيائون.

سعديا! گر وصل خواهي خاص عام
با مسلمان الله الله با برهمن رام رام
(حضرت سعديؒ شيرازي)

اِهو ذڪر سال 1958ع جو آهي، اِنَ دور ۾ مونکي سنڌي ماستر جي نوڪري هُئي. اڪثر آچر واري موڪل سبب حضرت روهڙي شريف ايندو هوس. اِنَ دور ۾ ڪجهه نہ ڪجهه سمجهہ سان حضرت بيدل عليہ جو ڪلام پڙهي وري سمجهڻ جي ڪوشش بہ ڪندو هوس، هڪ دفعي پڙهندي پڙهندي جڏهن اِنَ بيتَ تي نظر پئي تہ وڏيڪ پڙهڻ روڪجي ويو.

حقيقت ۾ هڪ ٿيو ـ نوري ۽ ناري

دين ڪفر آهي ٻئي هڪ وڻ جي ٽاري

حاذق هوشياري ـ رَکُ اُنهيءَ رمز جي

(حضرت بيدل رح)

بس اِنَ لمحي چاچا گورڌنداس جو تصور ۽ طرز تڪلم پوري طرح غالب رهيو. جنهن دوران اِهو ڄاتم تہ جڏهن جو سڀ ڪل هڪ آهي تہ مذهب دين ڌرم جو فرق ڇا معنيٰ؟

هڪ دفعي ڇنڇر جي شام جو جڏهن سائين گورڌنداس جي گهر پهتُس تہ پاڻ هڪ ننڍي ٿالهيءَ ۾ پاپڙ ۽ ڪجهہ ڪارڪون کائڻ لاءِ آڇي ڏنائين. ٿالهي ڏيڻ بعد چيائين تہ "مِٺل! اڄ هڪ خواب ڏٺو اٿم ٻڌ تہ ٻڌايانءِ. هونئن بہ سندس معمول هو ڪو نڪو راز ضرور سليندو هو حقيقتاً سندن سرت سنڀال ئي منهنجو چٽُ ڪجهہ نہ ڪجهہ چڱيرو ضرور ڪيو هو.

بهرحال چيائين تہ "مون خوب ۾ ڏٺو تہ جيئو (چانانند) ۽ مان پاڻ. تون سرڪار بيدل رحہ جي چوگان ۾ راڳ جي چونڪي ڪري رهيا هئاسين تہ اوچانڪ هڪ ماڻهو بہ رپيا ڏيڻ لاءِ ڪٽي آيو. جنهن کي مون اوچتو ڏسي ورتو. تنهن تي مون ڪيس ڌِڙڪي پٽي موٽائي ڇڏيو. اِنَ خواب ۾ هلندي جڏهن هِتي گهر پهتاسين ۽ مون چولو مٿائڻ لاءِ قميص لاٿي، تہ پهراڻ جي کيسي مان بہ هڏا هيٺ ڪري پيا. ۽ مونکي جاڳ ٿي وئي. اهو خواب جو معاملو ٻڌائڻ وقت ئي هي بيت ٻڌايائين.

دنيا ڍونڍ طالب ڳتي، سڀنا رلمل تاتيي
هڏِي اُتي هوڏ تنهاندي وڙهدي وِلوڙن پاڻي
روحل راه رَباڻي باجھُون ٻي سڀ ڪوڙ ڪهاڻي

(حضرت روحل عليہ رحمت)

ان بعد پاڻ پنهنجي پٽ چيناننډ کي سڏ ڪيائين اهڙي طرح اسان ٽيئي گڏجي درگاھ تي چونڪي ڪرڻ لاءِ پهتاسين. نيڪ روشن هجي تہ راڳ ويراڳ ۽ سُرتال جو مون گهڻي قدر چاچا گورڌنداس جي رهنمائي مان بہ استفادو ڪيو هو.

چوُنڪي دوران ساڳيو ئي خواب وارو واقعو پيش آيو. ساڳي طرح جيڪو پيسا ڏيڻ پئي آيو اُنَ کي ڏڙڪو ڏئي موٽايو بہ ويو پر گهر پهچڻ وقت ڪپڙن مٽائڻ مهل، بلڪل بہ هڏا ڪاڪا گورڌنداس جي قميص مان هيٺ ڪري پيا. جنهن تي چيناننډ چيو تہ "بابا پئسن ڏيڻ وارو ماٺهو پٺيان لڪي لڪي اوهان ڪيسي ۾ بہ رکيا وڃهي ويو پر راڳ جي موج مستيءَ ۾ مونکي چوڻ وسري ويو." جڏهن مون اُهي پئي هڏا ڪٽي ٻاهر ڦٽا ڪيا. تہ چاچا سائين گورڌنداس ٻڌايو تہ "مئل! تنهنجو بابا مسرور سائين چوندو هو تہ راڳ تي پئسا وٺڻ حرام ۽ ناجائز آهن". اِنَ وقت فقير گورڌنداس درويش جي اکين مان ڪجھ لڙڪ بہ لار ڪري وهي پيا.

فقير گورڌنداس ۽ سندس لائق فائق فرزند. انگريزي ۽ فارسيءَ جا سنا ڄاڻو هُئا. سندن گهر وڏو ۽ ٽن ماڙين تي مشتمل هو. گهر جي ٽئين طبقي تي سندن لِکَ پڙھ جو هنڌ هو مون ڪيترا دفعا ڏٺو تہ پاڻ سرڪار بيدل عليہ رحمت جي ڪِتاب پنج گنج جي ترجمي ڪرڻ ۾ مصروف رهندا هُئا. اهڙي ئي طرح حضرت سچل عليہ رحمت جي ديوان آشڪار ۽ ٻين مجموعي مثنوين جو سنڌي انگريزي ترجمو ڪندا رهندا هُئا. جيڪي سڀ جو سڀ ترجمو ڪري مڪمل ڪيا هئائون. بهرحال اُهي بعد ۾ ڪجھ رڌو بدل سان شايع بہ ٿيا. جنهن جو مون کي عيني مشاهدو تہ ميسر نہ هو پر ڪاڪا گورڌنداس وڏي ارمانَ ۽ افسوسَ مان

چوندو هو ”منهنجي سڄي گهر جي چوري ٿئي ها، پر مالڪن جا ڪِتاب.....! اِهي لفظ چئي وري سانت ۾ اَچي ويندو هو. وري ڪجهه سيڪنڊن بعد اهو به چوندو هو ته ”مثل اُهي ڪِتاب شايع به ٿي ويا آهن جيڪا ڳالهه ٻڌي ته آهي پر جيڪي انهن ماڻهن ڪِتابن ۾ ڦيرڦار ڪئي آهي، اِنَ جو ڇا ٿيندو؟ ائين چئي، اندر پنهنجي ڪمري ۾ گهڙي ويندو هو. ڪجهه دير بعد پاڻ ۽ سندس فرزند راڳ ويراڳ ڪري روح بهلائيندا هُئا.

ڪجهه وقت اڳ ۾ محترم اختر درگاهي صاحب ٻڌايو هو ته سائين گورڌنداس جي پوٽن شاعريءَ جو هڪ قلمي نسخو مونکي ڏنو آهي جنهن ۾ گهڻن ئي صوفي بزرگن جو ڪلام موجود آهي.... راقم کي چاچا گورڌنداس وٽان اهڙي به شاعري ملي ويندي هئي، جيڪا ڪٿي به ڪن ڇپيل ڪِتاب ۾ بنهه نه ملندي هُئي. سرڳواسي گورڌنداس تمام محبتي ۽ معزز شخص هو هميشه سادي لباس ۾ رهندو هو. گيڙوءَ رتي الفي فقط درگاهه درازا شريف جي عُرسَ واري موقعي تي پهريندو جيڪا کيس پنهنجي مرشد حضرت سخي قبول محمد عليه رحمت طرفان ٺي پهرايل هُئي. اهڙي طرح پاڻ درگاهه درازا شريف جي سمعهه تي به مقرر ٿيل هو. ذڪر ڪيل اعزاز وقت جي گادي ڌڻيءَ طرفان خاص الخاص طالب کي ملندو هو. مونکي ياد آهي ته سمعهه ۾ ڪافي في البديع بيت هوندا هُئا ۽ هر هڪ بيت جي وراڻي وقت، هي لفظ مسلسل طور ورجايا ويندا هُئا.

درازي دستار قائم قيامت تائين

درازي درگاهه قائم قيامت تائين

ذڪر ڪيل سمعهه درازن ۾ عُرس جي ٽئين ڏهاڙيه رقص ڌمال ۽ مناجات جي سلسلي وقت ٿيندڙ هئي. جنهن بعد گاديءَ ڌڻي طالبن ۽ زيارتين لاءِ محبت امن ۽ خوشحاليءَ متعلق اجتماعي طور دُعا ڪندا هئا. اهڙي طرح خليفن جي حلقي ۾ به وچ مرڪز تي بيهي ڌمال وجائيندو هو ۽ ان دوران به خليفا سڳورا رقص ڪندي ميان بهاول فقير جو هي ڪلام چوندا هُئا.

بهاري ڪئي سخي سرور - آچن آواز هُو هُو هُو

آهن عاشق ذڪر غلطان - اچن آواز هُو هُو هُو

بهرحال راڳ رقص ڌمال جو سرواڻ ۽ اڳواڻ فقير گورڌنداس ئي هوندو هو جهڙي طرح درگاهه ڊ ڙا شريف ۾ هر نشست جي اڳ ۾ هوندو هو اهڙيءَ طرح حضرت روهڙيءَ ۾ به اڳ ۾ رهندو هو بلڪ اڃان گهڻو قدر وڌيڪ ئي دلچسپي رکندو هو جنهن جو خاص سبب اِهو به هو ته پاڻ ساڳئي شهر روهڙي شريف ۾ رهندڙ هو ۽ روزانو درگاهه حضرت بيدل رحه بيڪس رحه تي چونڪي ۽ رقص ڌمال سندس معمول هو.

معذرت سان عرض ته درگاهه حضرت بيدل رحه بيڪس عليه رحمت تي سال 1953ع کان وٺي ڪنهن سبب هندو ۽ صوفي مسلمان فقيرن تي پابندي پئجي وئي. جيڪو سِلسلو ويهه ورهيه هليو.

چاچا فقير گورڌنداس فقراهه تي پابندين دوران آليُن اکين ۽ دل گُداز لهجي ۾ دُعا گهرندو هو. "فقراهه تان پابنديون لهن. محبت پيار جا ميلا مچن" هڪ رات راڳ جي چونڪيءَ بعد حضرت بيدل رحه بيڪس عليه رحمت جن جي مزان پنيان قدمن ۾ وينو رهيو. جنهن جي خبر درگاهه جي دروازي تائم (بند) ڪرڻ واري کي به نه رهي.

صبح ٿيو ته درگاهه شريف جو دروازو کليو ته بابا گورڌنداس ٻاهر نڪتو ۽ فقير فتح علي ڊاڪٽر صاحب کي چيائين ته ٻن ڏينهن اندر وري فقراهه جو ميل مچندو. ياد رهي ته فقير فتح عليءَ به روزانو صبح شام درگاهه شريف تي دعا طلبيءَ لاءِ ايندو رهندو هو. المختصر ٻن ڏينهن اندر چنڊ جي 21 تاريخ تي فقراهه جا ٽولا پهچي ويا وري ساڳيا منڊل مچي ويا. روايتي ويراڳ جي چونڪيءَ کان اڳ ۾ فقير گورڌنداس کي ڏٺم ته درگاهه جي اندر تمام مٺڙي سوز آميز لهجي ۾ ڳائي رهيو هو ويجهو وڃڻ وقت ڏٺم ته سندس اکين مان لُڙڪ وهي رهيا هُئا ۽ زبانِ مُبارڪ مان هيءَ ڪلام جاري هُيس.

مٿئين تذڪري مان صاف ۽ چٽيءَ طرح معلوم ٿيندو ته هي محبتي منش وڏي پدوي ۽ منزل جو صاحب هو. سندس مرتئي ڪان مهينو ڏيڍ اڳ ۾ سندس لائق فرزند جو انتقال 24 آڪٽوبر 1983ع تي ٿيو. ان ڪان ڪيترو وقت اڳ ۾ ظاهري عنصر احساسن ڪان آزاد ٿي چڪو هو ماٺهو سندس پٽ جي ارمان لاءِ وٽس ايندا رهيا پر ڪيس ڪنهن معاملي جو احساس نه پئي ٿيو ته ڪير ماڻهو آيا آهن يا ڇو آيا آهن. بهرحال ڪو به رد عمل باقي نه رهيو هوس. ساڳين ڏينهن ۾ مون کي هڪ دوست، فقير ڪريمڏني شيخ (فقير محمد بخش ڪوجهيءَ جي ڀاءَ، جي ڪلام "هادي تنهنجي لاري لڳي آهيان" جي هٽ ڪرڻ جو حڪم ڪيو هو. منهنجو معمول هوندو هو ته ڪنهن به ڪلام جي ڳولا وقت، ابتدا ۾ چاچا گورڌنداس وٽ ويندو هوس. پر هن دفعي اُميد جي اڳيان هڪ ياس جو احساس رنڊڪ بڻيو بيٺو هو اهو به توڪل ڪري، حضرت روهڙي شريف چاچا گورڌنداس جي گهر پهتس، جتي سندس نياڻي ۽ ننهن گهر ۾ ويٺل هيون ۽ چاچا سائين پاڻ هڪ پاسي پڙ هڪ کٽ تي سمهيل هو. حالت بلڪل غير متوقع هُئي، بس ٻيو چارو نه ڏسي، سندس ويجهو وڃي، ڪن وٽ تمام جهيڻي ۽ هلڪي آواز ۾ ذڪر ڪيل ڪلام جا لفظ جهُنگاريم..... بس لفظن گُنگنائڻ جي دير هُئي، پاڻ هڪدم پاسو ورائي پڇيائين "ڪير آن..... ڪريمڏنو آن؟" مون موقعو غنيمت سمجهي هڪدم چيو هائو محبوب سائين، هاڻي اُٺ ته چونڪي ڪيون "اِن تي پاڻ سٽ ڏئي اُٿيو مون ڪيس پنيءَ جي طرف ڪان ٽيڪ ڏِني، اِن لمحي پاڻ سڄو ڪلام چئي ويو ۽ وري واپس سمهڻ لاءِ کٽ تي ليٽڻ چاهيائين، جنهن سبب مون ڪيس واپس بستري تي ساڳئي پهرئين طرح سمهاريو ۽ ڪلام لکي ورتم نيڪ روشن هجي ته فقير ڪريمڏنو شيخ فقير گورڌنداس جو تمام نزديڪي دوستن ڪان به وڌيڪ پيار ڪندڙ هو. بهرحال چاچا گورڌنداس ڪان دنيا ۽ ماسولا ته وسري چُڪا هُئا پر پنهنجو پراڻو پيار بنهه نه وسريو هو. فقط اشاري جي دير هُئي (سُبحان الله)

ڪجھ ڏينهن بعد چاچا گورڌنداش پيار جو پکيئڙو پنهنجي مرشد درازي عليہ رحمت جي آستاني طرف پرواز ڪري وڃي پهتو سندس وصال تاريخ 6 ڊسمبر 1983ع تي ٿيو سندس مزار شهہ درازن ۾ سجاده نشين جي تخت ڪان اوڀر طرف تي آهي.



# سيد رحيم ڏنو شاھ

درگاھ حضرت بيدل رحہ بيڪس رحہ طرف ويندي سندن بارگاھ ۾ دربار جي صحن ۾ ڪي اھڙا شخص بہ نظر ايندا ھُئا، جنجي ھلڻ، ڳالھائڻ ۾ سفيد صاف پاڪ پوشاڪ منھنجي دل ۾ واسو ڪري وڻندي ھُئي - جن جي واقفيت لاءِ حيدر بخش قريشي، ساڪن بارگاھ بيدل رحہ بيڪس رحہ ڪان وٺڻ جي ڪوشش ڪندو ھوس.

ھِڪَ دفعي ھڪ سفيد پوش ۽ خوش خُلق انسان ڏٺم، جيڪو درگاھ شريف جي ننگر ۾ استعمال جون شيون ڏاند گاڏين ۾ ڪٽائي آيو ھو. جنھن متعلق فقير ميان حيدر بخش قريشي صاحب ڪان پڇيم جنھن ٻڌايو تہ "اِھو سيد بادشاھ آھي سندس نالو رحيم ڏنو شاھ آھي، ۽ سيد الله اوپائي شاھ جو فرزند آھي. اھڙي طرح سندن متعلق، مزيد ڳالھيون ٻڌائڻ شروع ڪيون. بلڪ مان سيد الله اوپائي شاھ جو نالو ٻڌنديئي، ماضيءَ ۾ موٽي چڪو ھوس. جنھن سمي تقير بابا مسرور عليہ رحمت، سيد الله اوپائي شاھ متعلق دلچسپ روايتون ذھن نشين ڪرايون ھيون. بابا سائينءَ ٻڌايو ھو تہ "سيد الله اوپائي شاھ يارن جو يار ۽ فقراھ جو بيحد خدمت گذار ھو سندس دور ۾ درگاھ ھِذا تي ننگر وغيره جي حوالي سان جيترو دل ڪولي ھندو فقير خدمت ڪندا ھُئا، انھن جي مترادف سيد الله اوپائي شاھ بہ خدمت سرانجام ڏيندو ھو درگاھ شريف تي راڳ ويراڳ دوران ھڪيو تڪيو حاضر رھندو ھو. ايندڙ راڳين ويراڳين ۽ آيل سيد فقيرن جي ويھڻ لاءِ رِلھين گودڙين، گلم غاليچن جو بہ اھتمام پاڻ ڪندو ھو خاص فقراھ ۽ عام زيارتين لاءِ استعمال جون شيون، پاٽي پائڻ جا مٽ، دلا خمرا ڪونرا، تڏا ۾ تونريون، بلڪل ھر

سال نوان خريد ڪري بيل گاڏين تي ڪٺائي ميلي کان هفتو اڳ پهچائي رکندو هو. باقي پاڻي پرڻ جو ڪنواتيون هندو فقير ڪٺي ايندا هئا. جيڪي ريلوي اسٽيشن واري جبل تي پاڻيءَ جي نهيل ٽانڪيءَ مان پري ڪلهن تي ڪٺي آڇي پاڻيءَ جو بندوبست ڪندا هُئا. اهڙي طرح رڌ پچاءَ جو سمورو ڪم هندو فقير ڪندا هُئا“.

نيڪ روشن هجي ته اُنَ دور ۾ ماس ۽ گوشت ڪائڻَ جي ڪنهن به شيءِ ۾ استعمال بنهه نه ٿيندو هو فقير بابا ٻڌايو پئي ته هندن جي رڌل اچن چانورن، دال ۽ ڪڙهيءَ ۾ ايڏو ته سواد هوندو هو جو ڪائيندڙ پيئندڙ ماڻهو ٻئي ڪنهن به مرغن غذا جي طلب نه ڪندا هُئا.“

مون راقم به پاڪستان جي وجود ۾ آچڻ کان اڳ اِهو لذيذ ننگر ڪاڌو هو ۽ مٿي ذڪر ڪيل بغير گوشت ننگر مسلسل جاري پئي رهيو البت موجوده دور ۾ بعضي بعضي گوشت استعمال ڪيو ويندو آهي.

فقير بابا مسرور سائين: وڌيڪ ٻڌايو ته ”اِنَ سادگي جو ايڏو اثر رهيو هو جو ميلي دوران نڪو هوٽل لڳندو هو نه ئي ڪا سرگس ۽ نڪو وري ڪو ملاڪڙو لڳندو هو. فقط هر طرف راڳ ويراڳ ۽ روح رهاڻ جو ڇهڇٽو برپا رهندو هو. اِنَ روحاني رمزن جي ڪشش، سبب هندو ۽ مسلمان يا ٻين. مذهبن جا ماڻهو به ڏڙڪ ايندا رهندا هُئا.

مسرور بابا وڌيڪ ٻڌائيندي فرمايو هو ته مرشدنا حضرت بيدل عليه رحمت جي بارگاهه طرف هِند سنڌ مان ڄتا ڪتان بزرگ درويش ۽ فقير ايندا رهندا هُئا. جن مان نئي کان جيلاني ساداتن جي به هڪ جماعت وارا درگاهه هِذا ۾ مولود ۽ نعت خواني ڪندا هُئا.اِنَ ڏس ۾ سيوهڻ جا سيد سرڪار ۽ ملنگ به آچي ڌمال ڪندا هُئا، جن جي پيار ۾ هندو فقيرن ننڍا وڏا چوڏهن نغارا جوڙائي رکيا ۽ ملنگ به آچي ڌمال ڪندا هُئا، جن جي پيار ۾ هندو فقيرن ننڍا وڏا چوڏهن نغارا جوڙائي رکيا هُئا“........! انهن مان هن وقت به نغارا موجود آهن. جن تي فجر جي آذان کان اڳ ۽ مغرب جي نماز بعد روزانو نوبت وڄندي رهندي آهي.......!

بابا مسرور روح رهاڻ ڪندي اِهو به ٻڌائيندو هو ته ”سيوهڻ شريف جي صديقي قوم جا بزرگ جن جو تعلق اُتان جي ڪامل، بزرگ بصر الدين صديقي

عليہ رحمت سان ھو اُھي درگاھ ۾ ويھي مراقبو ڪندا ھُئا. جھوڪ شريف مان حاجي وارث شاھ بادشاھ، ويراڳين جي سنگ سان ايندو ھو تاريخ 17 ذوالقعد تي حضرت بيدل سرڪار جي ڌمال بعد، راڳ ويراڳ جي سنگ سان روھڙي شريف جي روح روان حضرت مير جان محمد شاھ رضوي عليہ رحمت جي درگاھ تي ميلو مچائيندو رھندو ھو. اھڙي طرح پٽ شاھ ۽ بلڙي شريف جي طرفان سيد غلام حيدر شاھ ايندو جيڪو بہ ميلي بعد مير جان محمد شاھ رضويءَ جي بارگاھ مان سلام پري شاھ لطيف رحہ اوتاري ۾ جيڪو روھڙي شريف ۾ آھي، اُتي تي راتيون لطيفي سماع ڪندا ھئا، سندن تنبورو ذڪر ڪيل اوتاري ۾ رکيل آھي" بابا مسرور سائين ٻڌايو تہ جڏھن سيوھڻ شريف، جھوڪ شريف ۽ پٽ شاھ طرف کان آيل بزرگ ھِتان جي مريدن سان ملندا ھُئا، تہ ڪين ارشاد ڪندا ھُئا "جيڪڏھن اوھين جھوڪ شريف پھچي نتا سگھو تہ مير جان الله شاھ جي دربار ۾ پھچندا طالبن کي فرمائيندا ھئا تہ جيڪڏھن اوھين حضرت بيدل فقير جي دربار ۾ پھچندا تہ يقيناً اوھين لعل لطيف رحہ جي حضور ۾ موجود ھوندا. ھن ضمن ۾ سيوھڻ جا بزرگ فرمائيندا ھُئا تہ حضرت بيدل فقير سان قلندر لعل جو وَچَنُ ٿيل آھي تہ ايڪويھين رات اسان تنھنجي آستاني تي ايندا رھنداسين، اھڙي طرح جيڪڏھن اوھان ايڪويھين تاريخ فقير بيدل رحہ جي حُضور ۾ پھتا تہ اوھين لعل شھباز جي بارگاھ حضوري ۾ داخل ٿيا" اھڙي طرح درازا شريف، حضرت انباھ شريف جا صوفي فقير بہ ايندا رھندا ھُئا، حضرت ٻيل فقير اُنڙ، حضرت محمد فقير ڪتياڻ، حضرت انور علي شاھ جھانپور وارو فقير غمدل فقير ۽ ٻيا جيڪي بہ صوفي فقير يا ڪامل بزرگ ميلي ۾ ايندا ھُئا تن سيني جي خدمت ۾ پيش پيش سيد الله اوپائي شاھ بادشاھ رھندو ھو". سرڪار بابا مسرور ٻڌايو تہ حضرت بيدل رحہ ۽ حضرت بيڪس رحہ جي درگاھ جي اتر ۾ جيڪا ڪاٺ تي رنبيءَ جي ڪَمَ واري بارہ دري آھي، اُنَ ھنڌ سارو انتظام سيد الله اوپائي شاھ رکندو ھو. ميلي دوران بزرگن جي جماعت جڏھن درگاھ ۾ وارد ٿيندي ھُئي تہ سائين ايندڙ جماعت جي سرواڻ کي وڏي احترام سان وٺي آچي، بارہ دريءَ جي تخت تي ويھاريندو ھو. اھڙي طرح ڪيس پوري جماعت سميت شربتُ پيئاريندو

هو. اِنَ ڏس ۾ هندو فقير وري ڏونري جي لَسي ڻاهي جماعت جي رهيل درويش کي پيئاريندا هُئا. ذکر ڪيل خدمت ۾ درگاهه جو ڪو به متولي رنڊڪ نہ وجهندو هو. فقط ايترو هوندو هو جو بعض گمن لاءِ ڪانئن اجازت ورتبي هُئي. جيڪي وري منهنجي (مسرور) طرف ڪين رجوع ڪندا هُئا. شروع ۾ مونکي دقت ٿيندي هُئي. بعد ۾ هر ڪم ۾ قرار ملندو.

سيد الله اويائي شاهه جو لائق فائق فرزند سيد رحيم ڏنو شاهه سال 1911ع ڌاري ڳوٺ ٽڙڙي بکار ۾ تولد ٿيو سانير ۾ اچڻ شرط ئي سندس تعليم وٺڻ جو دور شروع ٿيو. اهڙي طرح پاڻ ستين درجي تائين پڙهيو جنهن دوران زميندار طرف بہ ڌيان رکندو هو. ساڳئي وقت ورثي ۾ مليل سخاوت تحت غريبن، لاچارن کان علاوه پنهنجي والد صاحب جيان اهل فقر جي بہ تمام ڪشاده دليءَ سان خدمت سر انجام ڏيندو رهندو هو.

مون بہ جڏهن سيد رحيم شاهه کي پهريون دفعو درگاهه حضرت بيدل رحہ ۽ حضرت بيڪس رحہ تي ايندو ڏٺو هو ۽ ميان حيدر بخش سائينءَ، سيد سڳوري بابت سرسري جاڻ ڏني هئي. ان ڏينهن کان مان بابا مسرور جي ٻڌايل سيد الله اويائي شاهه وارن ڳڻن کي، سائين رحيم ڏني شاهه جي شخصيت ۾ ڳولهڻ سبب ڪڏهن ڪڏهن تمام غور سان ڏسندو هوس. اِنَ سبب پاڻ بہ منهنجي طبيعت کي سمجهي وٺندو هو سيد بادشاهه جي روح رهاڻ جو سلسلو اڪثر طور سائين حيدر بخش رحہ سان ئي رهندو هو.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي تہ معمول مطابق مان سندس طرف يڪ ٽِڪ نهاري رهيو هوس اهڙي طرح مون ڏانهن ڏسنديءَ سائين رحيم ڏنو شاهه، سرڪار حيدر بخش کان پڇيو تہ هي نينگر ڪير آهي. تنهن تي سائين حيدر بخش کيس ٻڌايو تہ "هي ڇوڪر فقير مسرور جو پٽ آهي، تنهن تي سرڪار رحيم ڏني شاهه مونکي سڏُ ڪيو ۽ چيائين تہ فقير مسرور کي تہ پنج پٽ آهن، جن جا نالا مونکي ياد آهن. هڪ ڪوڙو، ٻيو مِٺو ٽيون پيارو چوٿون ليمون ۽ پنجون ڪسارو..... آهي نہ؟...... پلا تنهنو نالو ڇا آهي. تنهن تي سائين حيدر بخش کيس ٻڌايو تہ "بادشاهه....! هن جو نالو مٺل آهي. فقير مسرور جي پٽن مان فقط اِهو مِٺلُ ئي درگاهه

تي ايندو رهندو آهي“ .... اِنَ گفتگوءِ دوران سيد بابا رحيم ڏني شاهہ فرمايو تہ ”ڪڏهن تہ مسرور جي اِنَ پنج ڪٽيءِ کي هِتي هادي سائينءِ جي ميلي تي وٺي اَچ“ مون ڪوشش ڪري ٻئي سال مسرور بابا جي پنج ڪٽي (پنجن ئي ڀائرن) کي ميلي تي وٺي آيو هوس اِنَ سال سيد رحيم ڏنو شاهہ پنهنجي پوري جماعت سان گڏ اسان جي پر واري ڪوٺيءَ ۾ رهيل هيو. اُنَ ميلي تي آسان ڀائرن، دوستن ۽ فقيرن راڳ ويراڳ جي ڌم مچائي رکي هُئي، جنهن سبب ڀائرن سميت سرڪار رحيم ڏنو شاهہ بابا سان ملڻ نہ ٿي ٿيو. اِنَ محفل دوران سيد سردار مِٺائيءِ جون ڇٻيون موڪيون، جيڪي راڳ ۾ وقفو ڪندي ٻٽي ڪاڏيون. عين ان وقت سيد سردارِ وچين پِٽِ واري دري کي کولي، منهن مُبارڪ اسان جي طرف ڪندي فرمايو تہ ”مٺل ڀائرن کي وٺي آئين“ مون هائوڪار ڪرڻ بدران ڀائرن سميت سندس ڪوٺيءَ ۾ وڃي ساڻس ملياسون، جنهن ڪري سائين بزرگن وانگر، اسان سيني جي پُٺي ٺپري دعا فرمائي هُئي.اِنَ بعد وري پنهنجي بيٺڪ ۾ واپس اچي ويراڳ ۾ مگهن ٿي وياسين.

ورندي ڏينهن منجهند جو درگاهہ جي صحن ۾ قلندري ڌمال ٿي، جيڪا اڳ ۾ درگاهہ شريف جي شاهي عَلم جي سايي ۾ ٿيندي هُئي. (ماشاءالله)

قلندري ڌمال ۾ سائين رحيم ڏنو شاهہ درگاهہ شريف ۾ بارگاه جي سنياليندڙ سان گڏ بيٺل هو. عين ان وقت سائين امر فرمايو جڏهن اسين سڀ مجموعي آيل ماڻهو روضي شريف ۾ داخل ٿياسي ۽ چيائين تہ ”مسرور فقير جو ڪلام چؤ“..... پر مان (راقم) ۽ دوست ڪجهہ ٻڌڻ لاءِ ترسياسين تہ سيد سرڪار ڪهڙي ڪلام طرف اشارو ڪيو آهي. اِنَ ڳِل سبب فقير گورڌنداس ۽ سندس پُٽ جيناننَد هي ڪلام شروع ڪيو.

شهنشاهہ بيدل ڪريو ڪا ڀلائي
سندي عشق وحدت ڪريو ڪا عطائي

(حضرت بيڪس رحـ)

اِنَ ڪلام بعد اجتماعي دعا ٿي جنهن بعد سيد بادشاهه مونکي هٿ ڪان وٺي جهلي ورتو مان وري ٻئي هٿ سان سائينءَ جي قدمن کي ڇُهي ورتو ان وقت سائين رحيم ڏني شاهه فرمايو تہ: "مِٺل! هادي سائين جو حڪم آهي تہ دُعا کان اڳ مسرور جو ڪلام پڙهو بعد ۾ پوءِ دُعا گهرو اِهو ڪلام فقير مسرور پنهنجي حياتي دوران دربار ۾ ڳايو مون کي اُنَ جا ڪجهه لفظ ياد آهن". ان بعد سيد سردار ڪلام جا شروعاتي لفظ ٻڌايا جيڪي هن طرح هُئا

دائم قائم قرب قرارو- ڪعبو قبلہ گاهه

هادي بيدل شاهنشاهه

ذڪر ڪيل ميلي جي نڪيتيءَ بعد شڪارپور پهچي بابا مسرور جي قلمي نسخي مان ٻڌايل ڪلام هڪ پني تي لکيوءِ ڪيس برزبان ياد ڪري وينس تہ اچانڪ ڪجهه لفظ ذهن تي وارد ٿيڻ لڳا، جن جي آمد سبب هڪ ٻيو ڪلام حضرت بيڪس عليہ رحمت جي تعريف ۾ جُڙي پيو. جيڪو ٻئي سال اجتماعي دعا کان اڳ پهرين ڪلام سان گڏ. حضرت بيدل عليہ رحمت ۽ حضرت بيڪس عليہ رحمت جي حضور ۾ عقيدت جو اظهار ڪيو ويو. ان ڳالهه تي سائين رحيم ڏنو شاهه ڏاڍو خوش ٿيو هو..... درگاهه مان ٻاهر نڪرڻ وقت فرمايائين تہ "ٻُٽ درگاهه ۾ جڏهن اوهان اِهي ڪلام ٿي پڙهيا تہ مونکي ائين لڳو تہ مسرور اچي مرشد جي قدمن ۾ حاضر ٿيو آهي (ماشاءالله) مون (راقم) ان وقت سائين رحيم ڏني شاهه جي چهري ۾ نهاريو تہ سندس نيڻ لڙڪن سان ٽمٽار نظر آيا نيڪ روشن هجي تہ جڏهن بہ ڪنهن درگاهه ۾ بزرگ جي ظاهر ظهور زيارت ٿي پوندي آهي تہ دل سوزگداز ۾ پرجي ويندي ۽ اکين بي اختيار ڳوڙها وهي ڇُڙندا آهن.

سرڪار رحيم ڏنو شاهہ پنهنجي حياتيءَ دوران، پنهنجي والد بزرگوار واري رياضت برقرار رکي هُئي، مان پاڻ ڏسندو هوس، سائين پنهنجي سر ڏاند گاڏيءَ تي ساڳي طرح، درگاهه تي استعمال جو اَناج ۽ ٻيو سڙو سامان عُرس مُبارڪ کان اڳ ٿي ڪٺائي ايندو هو هُونئن بہ وقت بوقت اناجَ ۽ دالين جون ڳوٿيون ڪٺائي

ايندو هوءِ. ڏس ۾ هندو وري ياڇيون وغيره ڪٽي پيا ايندا هئا. بعد ۾ پاڪستان ٺهڻ سبب هندو لوڪ مايوس ٿي دائمي طور ملڪ ڇڏي لڏي ويا. اِن سبب تمام ٿورڙا هندو وڃي بچيا، جيڪي ڪجهه قدر خدمت ڪندا هئا. باقي سڄو ڪم سرڪار رحيم ڏنو شاهه. ننگر پاڻي ۽ ٻئي استعمال واري سامان جي حوالي سان پاڻ سنڀالي ونندو هو. ذڪر ڪيل دور ۾ سائين بادشاهه چوٿين پنجين ڏينهن يا وري ڪڏهن روزانو به ايندو رهندو هو.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته سائين رحيم ڏنو شاهه بادشاهه درگاهه طرف اچي رهيو هو ۽ مون اڳتي وڌي وڃي ساڻس سلام ڪيو هو پاڻ منهنجو هٿ جهلي درگاهه جي صحن ۾، حضرت نواب شاهه رحه سڪايل جي چوڪنڊي جي ديوار تائين وٺي آيو. اهڙي طرح اُتيئي هيٺ زمين تي ويهي رهيو مون وري ڪنهن تڏي توئٽري وغيره لاءِ هيڏي هوڏي پئي نهاريو. جڏهن سائين ڪي اُنَ تي ويهارجي. پاڻ سائين مونکي ان حالت ۾ ڏسي فرمايو ته "مِٽل پٽ ٻئي ڪم ڪي ڇڏ. دروازي وارو گهنڊ وڃائي بابا حيدر بخش ڪي سڏي وٺ. مان گهنڊ جي ويجهو مس پهتو هوس. ته سائين حيدر بخش بابا پاڻ گهر کان ٻاهر نڪري آيو هو. سائين رحيم ڏنو شاهه ساڻس وڏي نوڙت سان مليو. اهڙي طرح هي درويش به بغير پٽرٽي وڇائي جي ساڻس گڏ هيٺ ويهي رهيو (سبحان الله) حال احوال دوران فقير قلندر بخش هيسباڻي رحه جيڪو ڪنڊياري جي ٻاهران درياءَ جي ڪپ تي ڳل هيسباڻي ٽالي ڳوٺ جو رهاڪو هو. ايندي سيني سان قرباڻتي انداز سان مليو هو. پر مون سندس جا قدم وڇُهي ورتا هُئا. عين انوقت سائين رحيم ڏنو شاهه بادشاهه چيو ته "اوهين فقير آهيو قرب ڪري سرڪار بيدل بابا جي حضور ۾ هلي مون لاءِ پٽ جي دعا گهرو". تنهن تي فقير قلندر بخش رحه فرمايو ته "سيد بادشاهه! اوهان پاڻ سرڪار بيدل رحه کي خود عرض چو نه ٿا ڪريو." تنهن تي سيد بادشاهه چيو ته "بابا سائين مون کي منع فرمائي هُئي ته پنهنجي ذاتي فائدي لاءِ پاڻ سڏو سنئون مالڪن کي سوالُ نه ڪجانءِ" اِنَ ڪري ئي اوهان درويشن کي چيو آٿم. بهرحال ان بعد دعا طلبيءِ لاءِ درگاهه ۾ وياسين. حضرت بيدل رحه بادشاهه جي بارگاهه ۾ فقير قلندر بخش رحه هيءَ منقبت پڙهي هُئي.

يا علي الله بالله يا علي يا عَلي - مشڪل بڪشائي بالله يا علي

(شمس تبريزي رحم)

نيڪ روشن هجي ترانَ سال دوران ئي سائين کي فرزند قاسم علي شاهه تولد ٿيو هو (ماشاءالله).

سيد قاسم علي شاهه جي ولادت سبب، سرڪار رحيم ڏني شاهه جي ويڙهي ۾ جيترو سرور ۽ شادمانو ٿيو هوندو تنهن جو اندازو ڪرڻ يا لفظن ۾ بيان ڪرڻ راقم جي وس کان وڌيڪ آهي، البت دوستن ۽ فقراهه ۾ پاڻ دل کولي خوشي جو اظهار پئي ڪيائين. ان پرمسرت موقعي تي، مولوي سبحان بخش، سرڪار رحيم ڏني شاهه کي چيو تہ درگاهه حضرت بيدل رحہ بيڪس رحہ جي اُتر ۾ هڪ مسجد جوڙائي ڏيو سيد سڳوريءَ ميان سبحان بخش جي ڏسيل جڳهہ تي مسجد جوڙائي، جنهن ۾ درگاهہ تي ايندڙ هر هڪ ماڻهوءَ بلا معاوضہ مزدوري ڪئي هُئي، جن ۾ فقير محمد عيسيٰ ميمڻ پيش پيش پئي رهيو هي صاحب حضرت نصير محمد جلالاڻي رحہ جو طالب هو مطلوب جي وصال بعد حضرت روهڙي شهر ۾ رهيو هو ميان سبحان بخش سان سندس پيار هو...... مون ڏٺو تہ حضرت بيدل رحہ جي درگاهہ ۾ مراقبو ڪندو رهندو هو ۽ آڌي رات جو اچي تهجد نماز پڙهندو هو هن درويش کي مون ڏٺو تہ نماز ادا ڪرڻ وقت، حضرت بيدل رحہ بيڪس رحہ جي درگاهہ طرف رُخ ڪندي اُنَ کي قبلہ نماز ڪري تهجد ادا ڪندو هو ۽ راقم الحروم سان بيحد پيار ڪندو هو اهڙي طرح اسانجي ويراڳ واري محفل ۾ مست مگهن تي پوندو هو. المختصر. ڪنهن ڪنهن وقت ڪانئس نماز بہ قضا تي ويندي هُئي، اِنَ تي مان ساڻس حجت ڪري چئي ونندو هوس تہ "منل جيڪو حال مستيءَ ۾ آهي، اهو جيڪڏهن نماز ۾ ملي تہ پوءِ ڪجهہ قدر قضا نماز جو ارمان ضرور ٿيندو"...... ذڪر ڪيل واردات جو نزول سائين محمد عيسيٰ تي سندس صوفي مرشد حضرت نصير محمد جلالاڻي عليہ رحمت جي فيض سبب ئي ٿيندو هو بعد ۾ ڏٺو ويو تہ فقير محمد عيسيٰ رحہ جي وجد جو نقل، ميان سبحان بخش جي پوري جماعت ۾ ڪثرت سان رائج تي ويو هو.

مسجد جي تعمير وقت سيد سگوري دربار جي اندر ۽ ٻاهر پلستر جو ڪم ٻ مڪمل ڪرايو جيڪو فقير بابا ڪان, سندس دارالبقا راهي ٿيڻ سبب رهجي ويو هو.

پاڪ هندو ورهاڱي سبب, درگاهہ شريف جون محفلون ۽ رونقون گهٽبيون ويون. جنهن باغ ۾ گلن جي خوشبوءِ حسن جو هٻڪار هو. سو ٻ بلڪل اجڙ تي چڪو هو. اهڙي طرح درگاهہ تي علم شريف ٻ نہ هو جيڪو ميان بيگ محمد قريشي صاحب ٻيهر نصب ڪرايو هو ڪجهہ سال اڳ ۾ سردار رحيم ڏني شاهہ بادشاهہ جي لائق فرزند سيد قاسم علي شاهہ پنهنجي ناليءَ جو بورڊ علم شريف سان گڏ رکائي ڇڏيو سيد قاسم علي شاهہ پنهنجي جدا مجد ۽ والد سگوري وارو ساڳيو جذبو رکندڙ آهي. ساڻس هڪ اميد اڃان تائين وابستہ رکون ٿا تہ فقراهہ جي سهوليت لاءِ ساڳئي جاءِ تي ڪمرا يا ورانڊا جوڙائي. پنهنجي سخاڪي برقرار رکي (آمين)

# ڊاڪٽر فتح علي سومرو

هن دورنگي ديس ۾ رب تعاليٰ، انسان ذات ۾ يڪ رنگي پيدا ڪرڻ جي ارادي سان وقت بوقت پنهنجي محبن مقربن مان، جن ۾ شخصن کي ارسال ڪندو رهيو آهي. تن پنهنجا ذاتي مقصد ۽ مطلب بالا طاق رکي، هن دنيا ۾ رهندڙ ماڻهن کي سُڌاري جو سوجهرو مهيا ڪري ڏيندا رهيا آهن. موجوده دور ۾ اهڙين شخصيتن مان فقير فتح علي ٻه وڏي اهميت جو حامل رهيو آهي.

فقير صاحب سال 1918ع ڌاري سکر ۾ جنم ورتو سندس والد سڳوري جو اسم گرامي حاجي محمد هو. ۽ سندس تعلق سومرا خاندانَ سان هو.

سال 1946ع جو ذڪر آهي تہ راقم (مان) پنهنجي والد فقير غلام علي مسرورَ سان گڏ هادي سائين سرڪار حضرت بيدل عليہ رحمت جي عرس واري موقعي تي آيو هوس. ان زماني دوران فقير مسرور رحہ سکر بئراج ۾ سپروائيزر ٽپيداري جي عهدي تي ڪم ڪندو هو. سکر ۾ نوڪري ۽ حضرت روهڙيءَ جي ويجهڙائيءَ جي سهوليت سبب، حضرت بيدل رحہ ۽ حضرت بيڪس رحہ جي درگاهہ تي عمارت سازيءَ جي ڪم ڪرائڻ جو موقعو مليو هوس. خاص طور ڪاٺ تي رنبي جي ڪم ڏانهن سندس توجہ وڌيڪ مرڪوز هو. هن ڪم ۾ شڪارپور جو مستري شير محمد پٺاڻ ۽ ڪجهہ مطلباڻي ۽ بابلاڻي قوم جا ڪاريگر ڪم ڪندا رهندا هُئا. ذڪر ڪيل دور دوران پوري سنڌ ۾ ورهاڱي وارو وڳوڙ برپا هو فقير پاڪ مسرورَ سائين اِنَ ميلي ۾ پنهنجي هندو دوستن کي آٿت ڏيڻ لاءِ، انفرادي طور سڀ سان ملي رهيو هو.

هن ميلي ۾ هڪ طرف هندو مسلمان نوجوان هڪ جهرمٽ لڳائي ويٺا هُئا. سچ ترانَ ننڍي عمر ۾ منهنجو به خيال انهن جي سهڻين صورتن دلڪش لباس ڪي ڏسي، گدگد ٿيڻ لڳو هو. فقير بابا منهنجي طرف توجه ڪيو ته منهنجو چهرو به فقير مسرور بابا جي طرف مُڙي ويو جڏهن مون سندس چهري مُبارڪ طرف ڏٺو ته پاڻ مرڪي رهيو. سچ ته سندس اُها من موهيندڙ مرڪ منهنجي لاشعور ۾ اڃا تائين محفوظ آهي بهرحال. پاڻ مون کي هٿ کان وٺي اُنهن نوجوانن سان مِلايائين بين نوجوانن متعلق اڳتي هلي ته ڪا ڄاڻ نه رهي بلڪ فقير فتح علي سائينءَ جي شخصيت کي اڄ ڏينهن تائين وساري نه سگهيو آهيان. ڇاڪاڻ ته انهن نوجوانن مان بابا سائين اِهو ٻڌايو ته هي سومرو فقير فتح علي آهي. ۽ مون کي اِهو لڳو ته هيءَ ڪنهن نهايت لاءِبالي طبيعت جو مالڪ اهي. جڏهن هِنَ مون طرف ڏسنديئي چيو ته هن سهڻي ڪان مان هڪ چمي ضرور وٺندس. ۽ ائين چئي پنهنجي جاءِ تان اُٿي منهنجي طرف وڌڻ لڳو. جنهن تي فقير مسرور بابا ڪيس چيو ته "فتح علي هڪ ڳالهه جو وعدو ڪر. پوءِ ڀلي هن کان تون چُمي وٺُ تنهن تي فقير فتح علي سائين. فقير بابا مسرور کي ڏسندي چيو ته سائين اِهي شرط وري ڇا جاءِ اِنَ تي فقير بابا چَيُس ته فتح علي اڄ کانپوءِ هن نينگر کانسواءِ ٻئي ڪنهن کان وري چُمي نه وٺندين ته ڀلي هن کان چُمي وٺُ. سَچُ ته ان ڏينهن کان وٺي فقير فتح علي سائين منهنجي توجه جو مرڪز ٿِي رهيو.

مان جڏهن به سرڪار بيدل عليه رحمت جي درگاهه تي ايندو هوس ته ڪيس غور سان ڏسندو هوس. هي صاحب دائمي طور صبح جو سويرَ آذان کان به اڳ درگاهه شريف تي ايندو رهندو هو. اِهو يادگيروانَ سبب به اٿم ته صفائي ڪرڻ وارو ملنگ مٿس سختي ڪندو هو ۽ چوندو هوس ته ٻهريائين مان صفائي ڪري رهان ته پوءِ ايندو ڪر. پر هي لاءِبالي درويش اِها جرح سهندي به پنهنجي معمول کي تبديل نه ڪري سگهيو ۽ فرمائيندو هو ته عشق وارن تي دعويدارن جي جرح لازمي آهي. سور سختيون سچي سڪ رکڻ وارن جو سينگار آهي. سبحان الله!

فقير فتح علي سائين اِنَ دور ۾ سيمنٽ فيڪٽري روهڙي اندر ملازمت به ڪندو هو نوڪريءَ جي مقرر وقت بعد شامَ جو به روزانو دائمي طور درگاهه عاليه

تي ايندو هو. سندس رهائش روهڙي شهر ۾ هجي يا سکر ۾، بهرحال ڄتي ٻه هوندو هو رات ۽ پرڀات جو درگاهه شريف تي سلام ضرور پريندو هو.

فقير فتح علي سائين بمبئي يونيورسٽيءَ مان ميٽرڪ جو امتحان به پاس ڪيو هو جنهن بعد شهر روهڙيءَ جي گانگوٽي اسڪول ۾ ماستري به ڪندو هو. ماستريءَ دوران سائين دستڪاري ماڊل ٺاهڻ، مصوري ۽ نقاشيءَ جي ڪَمَ کي خوب سر انجام پئي ڏنو سندس ڀاڻيجي سومرو شبير احمد ٻڌايو ته هڪ ڪاغذ مان ٺهيل هنداٿو اڄ تائين، گانگوٽي اسڪول ۾ يادگار طور رکيل آهي. جنهن جي ڏسڻ سان اصل ۽ نقل جو فرق محسوس ڪري نه سگهبو.

ماستريءَ جي ملازمت دوران ڪيس حڪمت ڪرڻ جو به شوق پيدا ٿيو. جنهن سبب هو ڪوئيٽا مان ڊاڪٽريءَ جو شارٽ ڪورس پاس ڪري روهڙيءَ جي شهر ۾ ڊاڪٽريءَ جا فرائض سرانجام ڏيڻ لڳو. سندس ڊاڪٽريءَ جو ڌنڌو خوب کان خوب تر روان دوان پئي رهيو. ٿورڙي ئي وقت ۾ ڪيس آريه ويدڪ، يوناني ۽ سنڌي طب جو شوق پيدا ٿيو پر هن قسم جا ڪاليج اڪثر بيشتر پنجاب ۾ هوندا هئا، جنهن ۾ لاهور جي طبي اداري جي وڏي اهميت هُئي. ان ڪري فقير ڊاڪٽر فتح علي لاهور مان به حڪمت جي سند حاصل ڪري آيو. نيڪ روشن هجي ته ايڏي مصروفيت هوندي به مرشد سرڪار بيدل عليه رحمت جي حضور ۾ اچڻ کان پيرو نه ٻڳائين.

نوخيز نوجوانن سان سندس خاص دلچسپي هوندي هُئي. ڊاڪٽر فتح علي سائين جي ڀاڻيجي پروفيسر شبير احمد جيڪو پاڻ به منڙي پياري آواز ۾ عارفانو ڪلام ڳائيندڙ آهي، تنهن ٻڌايو ته، ماما سائين اسان نوجوانن کان فلمي گانا ٻڌندو هو. پر ان ڳائڻ دوران فلمي مجازي گانن جي لفاظي مان روحاني ۽ معنوي مفهوم ڪڍي تصوف جي ڄاڻ ڏيندو هو. مان پوري صدق دليءَ سان چوان ٿو ته، سندس اِنَ صوفيائي مزاج ۾ اسان تصوف ۽ عارفاڻي ڪلام پڙهڻ ۽ ڳائڻ جو جذبو پيدا ڪيو جيڪو اڄ تائين قائم آهي. سائين شبير احمد صاحب وڌيڪ ٻڌايو ته "حضرت خواجه فريد رحه (م1319هه ـ 1901ع) جي ڪلام ٻڌنديءَ ماما سائينءَ تي استغراق طاري ٿي پوندو هو خاص طور جڏهن "ميڏا عشق وي تو ميڏا

يار وي تون" ڪلام ڳايو ويندو هو. جنهن مان اسين اهو محسوس ڪندا هئاسين ته ماما سائين وڏو حال جو صاحب آهي. اهڙي طرح حضرت بيدل عليه رحمت ۽ سرڪار بيڪس عليه رحمت جي ڪلام ٻڌڻ وقت سندس چهرو ۽ نيڻ لال گلال وانگر ڳاڙها ٿي پوندا هئا. هن ذڪر ڪيل جذب تي ضبط ڪرڻ وقت سندس نيڻن مان فقط لڙڪن جون قطارون وهي هلنديون هيون.

فقير ڊاڪٽر فتح علي سائين هلڪي منڙي آواز ۾ سرڪار بيدل رحه بيڪس رحه جي ڪلامن جا سُرَ به سمجهائيندو هو ۽ بينجو جي ساز سان سندس سنو لڳاءُ هو. پاڻ پنهنجي شوق وارو بينجو راقم حروف کي تحفي طور بخشيو هُئائين. جيڪو اڄ به مون وٽ محفوظ آهي. منهنجي ساڻس اڪثر ملاقات سرڪار حضرت بيدل رحه بيڪس رحه جي درگاهه تي ٿيندي هُئي. پاڻ تصوف جي عرفان جو بحر هو. آءٌ بذات خود ڪائنس تمام گهڻو متاثر هوس. تصوف متعلق ڪجهه سوال جيڪي هين وقت جي وڏن بزرگن کان پُڇيا ويندا هُئا ته اُهي ڪاوڙجي ويندا هئا. پر فقير فتح علي سائين اُهي ذڪر ڪيل سوال وڏي مٺي لهجي ۽ وضاحت ڀريل لفظن ۾ سمجهائيندو هو. پاڻ تصوّف جي خاص ڪِتابن جو پڙهڻ جو مشورو ته ڏيندو هو پر بعد ۾ اُهي ذڪر ڪيل ڪِتاب پڙهڻ لاءِ به ڏيندو رهندو هو. اِنَ مرحلي دوران فتح علي سائين فرمائيندو هو ته مُنل اڄوڪي دور ۾ پير گهڻا پر فقير اڻ لڀُ آهي. پاڻ جن ڪِتابن جي پڙهڻ جو مشورو ڏنائين اُنَ ۾ تذڪره غوث محمد رحه پاٽيپتي. نفحات الانس از مولانا عبدالرحمن رحه جامي ـ مثنوي رومي از مولانا جلال الدين رحه رومي شامل هوندا هئا. ان بعد فرمائيندو هو ته حضرت پٽ ڌڻي رحه حضرت سچل سرمست رحه ۽ حضرت بيدل رحه بيڪس رحه جو ڪلام ڳائڻ وڄائڻ لاءِ ڪافي آهي.

فقير ڊاڪٽر فتح علي سال 1989ع کان سخت علالت ۾ رهيو ۽ پورن ٻن سالن گذرڻ ڪانپوءِ مس مس ڪجهه قدر صحتياب ٿيو. هِنَ صوفي منش فقير جو عقيدو ۽ عشق خاص طور فقير حضرت بيدل رحه سردار سان هو. سندس گفتگوءَ مان ڪڏهن ڪڏهن ظاهر ٿي پوندو هو ته ڪيس باطني طور بيعت ۽ ديدار مليل هو.

پاڻ ڪافي منجهيل ۽ بي يارو مددگارن ۽ بيمار ماڻهن جي بغير لالچ بي لوث بہ خدمت ڪيائين، پر پنهنجي لاءِ هر ڪنهن قسم جي سوال ۽ عرض کي معيوب سمجهندو هو.

مون هڪ دفعي شڪارپور جي ديوان واري هوٽل تان مائو ۽ مِنائي وٺي وٽس ڪٽي وَيُس، جڏهن مون اِها مِنائيءَ واري پِنڊي ڪيس ڏيڻ لاءِ هٿ وڌايو، تہ سندس چهري ۾ هيبت نما ـ نڪار جي ريکا اُڀري آئي. جنهن سبب مون اها مِنائيءَ واري ٿِلي، ڦيري پنهنجي طرف ڪري رکي ڇڏي، پر هِتي طرف پاڻ ڪجهہ ڏيڻ ۾ ويرم ئي نہ وجهندو هو. سخي دل فقير فتح علي سائين انيڪ گڻن جو مالڪ هو. جنهن بابت تفصيل ۾ وڃڻ وڏو ڪٺن ڪم آهي. بهرحال.

ڏني ڏکويا آڻ ڏني راضي ٿيا
صوفي سي ٿيا ـ جن ڪين ڪنئي پاڻ سان
(ڀٽ ڌڻي رح)

فقير فتح علي سائين جو طرز تڪلم نهايت دلڪش، خيال کي اُڃام بخشيندڙ ۽ مشاهدي ۽ محويت ڏيندڙ هو سچ تہ سندس مُحبت ڪچهريءَ ۾ آنَ ڏنا تصوف ۽ لقاءَ اُڀري ايندا هُئا. فقير فتح علي سائين همہ اوست جي حالَ جو ديوانو هو هر ڪنهن صورت، وٽ ۽ وٿ ۾ پرينءَ کي پسندڙ هو حقيقت ۾ اظهارِ گفتارِ ۽ ڪردار ۾ همہ اوست جو هڪ منفرد مظهر هو.

فقير فتح علي سائين ڪي قدر علالت جي سبب جون مهيني ۾ سال 1991ع ڌاري وصال ڪيو. ڪيس 23 ذوالقعد الحد انوار ۾ مدفن ڪيو ويو يادرهي تہ اِها 23 ذوالقعد، حضرت حُسين بن منصور شهيد ـ حق جي باطني پرواز واري ئي تاريخ آهي بارگاهہ بيدل رحہ جي ڏکڻ طرف سندس مزار آهي هر سال ذوالقعد مهيني جي سورهين (عُرس مُبارڪ حضرت بيدل رحہ) ۽ ٽيويهين ذوالقعد (شهيد حق حُسين بن منصور حلاج) تي پراڻي سکر جا صوفي نوجوان منصور حلاج قدس سره جي ورسي واري موقعي تي سندس مزار تي عقيدت مان چادر وجهندا رهندا

آهن. نيڪ روشن هجي. تہ سورهين ذوالقعد تي حضرت بيدل رحہ سرڪار جي فقراهہ ۽ سجاده نشين، طرفان بہ هڪ چادر پاڪر طور پهرائي ويندي آهي.

مئا جي محبت ۾ ۔ سي مري ٿيا نہ مات
سورهيہ سدا حيات ۔ هِت هُت جوڳي جيئرا

# سائين حيدر بخش قريشي

دنيا جهان جي رهڻ سهڻ يا سير سفر دوران، قدري معلومات جي حوالي سان هر ڪنهن ڇاڻو ماڻهوءَ جو گهڻو ٿڌو واسطو ضرور رهي ٿو.

هن ڏس ۾ حضرت مرشدنا فقير قادر بخش، المعروف حضرت بيدل قدس سره جي دربار ايندي ويندي، جيڪي اڻ مٽ اهڃاڻ معلوم ٿيا آهن. يا جن بي شخصيتن جو حضرت بيدل قدس سره جي درگاهه ۾ نمايان ڪردار محسوس ڪيو هوم. انهن جي نمايان ڪارنامن کي هميشه ياد رکڻ يا پنهنجي سر بي انهن جي مترادف ڪو ٿورو گهڻو ڪم ڪرڻ جو قصد ڪيو آهي....

جن بي شخصيتن جي ڪارنامن کان مان پنهنجي سر متاثر رهيو آهيان، انهن مان، ميان حيدر بخش قريشي رحه به هڪ خاص ڪردار آهي، جنهن جي زندگيءَ متعلق جيئن مون ڪيس محسوس ڪيو آهي، اُنَ ضمن ۾ ڪجهه فقرا لکي قارئين آڏو پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم..... نيڪ روشن هجي ته سائين حيدر بخش قريشي رحه، حضرت بيدل قدس سره جي درگاهه تي دائمي ۽ هر ڪنهن پيري ڏٺو هوم.

راحت رَسي روح کي، ان جي پسي جُوءِ.......................
تعريف في وَجو هِهِم نضرة نعيم سندن روشن روءِ
....... خاصن جو خوشبوءِ معطر ملڪ سڄو ڪيو

حضرت بيدل قدس سره، جيڪو نه فقط روهڙيءَ جو جهنڊو بلڪ روهڙيءَ جو راجا به آهي اهڙي طرح هه اوست واري بي پايان بحر جي مٿان اُسريل اپريل، عرفان ۽ مشاهدو بخشيندڙ اُهو ڪنول جو گل آهي، جنهن جون پاڙون پاتال

جُون ٻه محافظ آهن، ساڳئي وقت عرش افلاڪ ۾ ڪواڪب جي تخليقڪار جي صحي شڃاڻپ ٻه عطا ڪندڙ آهي.

هوڪو همه اوست جو- سڻي رک ويساهه
وَهوَ في السمواة والأرض- هرجا آپ الله
اُهو ئي شهنشاهه - اولي عبديت جي

مون پنهنجي مِٺي محبوب والد فقير غلام علي مسرور عليه رحمة جي توصل سان، سال 1942ع کان، جڏهن منهنجي عمر آچا تي سالَ مس هُئي، لڳاتار حضرت بيدل بيڪس قدس سره جن جي درگاهه تي ايندو هوس. جنهن جو پهريون سلسلو سال 1953ع تائين جاري رهيو. نيڪ روشن هجي تهِ اِنَ ساڳئي سال ئي بابا مسرور رحه جو انتقال ٿيو هو.

فنا کیسی بقا کیسی جو اسکے آشیاں ٹھرے
کبھی اس گھر میں آ ٹھہرے کبھی اس گھر میں جا ٹھہرے

حالانڪ ان دور ۾ منهنجا احساس پتڪڙا ۽ نفيس ضرور هُئا. پر پيار ۽ قربَ جا دل لپائيندڙ لمحا دور - حاضر تائين منهنجي ذهن جي ڪينواس تي جهرمر ڪندا رهندا آهن. سچ ته انهن اوائلي يادگيرين جا نقشنگار وري ويتر وڌيڪ چِٽا ٿيڻ لڳا، جڏهن مان سال 1958ع ۾، سرڪار بيدل قدس سره جي مقناطيسي عشقيه اشاري تحت روهڙي شريف درگاهه عاليه تي پهتو هوس. ان وقت جيڪو پهريون شخص مون سان پاڻ آچي مليو هو سو ميان حيدر بخش قريشي رحه هو. ان وقت مونکي سندس ملڻ مان ائين محسوس ٿيو ته "هي شخص گهڻو ڪري، مونسان اڳيئي ملي چڪو هُجي. سائين حيدر بخش جي ان گرم جوشيءَ ۽ پنهنجائپ سان ملڻ مان سندس عظمت ۽ افتخار پئي ظاهر ٿيو.

سندس پهريون جملو هيءُ هيو "آءٌ ميان منل، تنهنجي هِتي ڏاڍي سار هوندي آهي.

"سچ تہ اِهو اعزاز فقط بابا مسرور رحه جي طرف وڃي ٿو "جنهن سان شروع ۾ مان گڏ آيو هوس سائين حيدر بخش رحه وڌيڪ فرمايو ته توکي ياد هجي يا نه پر تنهنجو بابا فقير غلام علي مسرور رحه توکي چيچ هٿ ۾ ڏئي هِت وٺي آيو

هو. تون ان وقت تازو گهمڻ ۾ ڪجهه قدر ڏکڻ جهڙو مس ٿيو هُئين"..... سندس اُن محبت ڀري گفتگو ۽ لهجي، مونکي ايڏو متاثر ڪيو جو مان جڏهن به درگاهه شريف تي ايندو هوس، تہ فقط سندس ئي بيٺڪ ۾ رهندو هوس.

سائين حيدر بخش رحہ سال 1906ع ڌاري تولد ٿيو. سندس والد جو اسم گرامي غلام لطيف رحہ هو جو حضرت قادر بخش بيدل قدس سره جي سوٽ ميان عبدالله قريشيءَ جو ٽيون نمبر فرزند هو ميان حيدر بخش رحہ کان بعد خليفي غلام لطيف رحہ کي هڪ ٻيو پُٽ بہ هو جنهن جو نالو مولوي سبحان بخش رحہ هو جيڪو نقشبندي طريقي جي ميان عبدالغفار المعروف "پير مٺل" عليہ رحمة جي ارادات ۾ هيو. نيڪ روشن هجي تہ مولوي سبحان بخش رحہ جو جنم 1911ع ڌاري ٿيو هو. جنهن کان علاوه ميان حيدر بخش رحہ کي اٺ ڪل ٽي ڀيا ڀائر بہ هُئا. جيڪي اڳ ۾ ئي رحلت ڪري ويا هئا. نيڪ روشن هجي تہ حضرت بيدل بيڪس قدس سره جي بارگاهہ تي جيڪو بہ انتظامي لحاظ کان سرپرستي ڪندڙ رهيو اُهو فقط متولي چوائيندو هو. روهڙي شريف جا عام خاص ماڻهو کين جانشاهي خاندان جو خليفو سڏيندا هئا. اهڙي طرح سرڪار بيدل قدس سره جي پويان ڪو بہ فرد سجاده نشين بنهہ نہ چوائيندو هو مون ڏٺو تہ هيءَ درگاهہ فقط اويسي اوتاري وانگر هُئي، جِتي پيري مريديءَ وارو چرچو صفا ڪونہ هوندو هو. ان ڪري هرڪو ناظم فقط رياضت ۽ خدمت ڪندو هو. اهڙي طرح جيڪو ماڻهو بہ فيض طلبي ۾ مريد ٿيڻ لاءِ ايندو هو تہ ان کي درگاهہ بيدل بيڪس قدسره جن جي ذات طرف رجوع ڪندا رهندا هُئا. ساڳي طرح ميان حيدر بخش رحہ بہ فيض طلبي ۽ ارادت جي حوالي سان ساڳيو مٿي ڄاڻايل طريقو ئي استعمال ڪندو هو.

برهہ جا بار بدناميون - ڇُمي چشمن تي چاياسي
بزرگيءَ کان ٻچي بيدل - رنديءَ جا رنگ رچاياسي

سائين حيدر بخش رحہ پاڻ شاهہ درازا جي سجاده نشين سخي قبول محمد دوم قدس سره جي ارادت ۾ رهندو هو نيڪ روشن هجي تہ درازا شريف جي بزرگن جيڪي صوفي القادري هُئا، انهن مان، حضرت عبدالوهاب فاروقي المعروف حضرت سچل سرمست قدس سره سان، حضرت قادر بخش بيدل قدس سره جي بہ ارادت معلوم ٿئي ٿي، جنهن جي عقيدت ۾ اجهو هن طرح فرمايو اٿس.

قربدارن جي گَنگ ۾ مردُ منصبدار هو
دَرِ تنهين داتا جي، بيدل پرت جو پينار هو

سائين حيدر بخش رحه اٽڪل 20 ـ 21 سالن جي عمر ۾، بمبئي يونيورسٽي جي انتظام تحت مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو بعد ۾ ڪجھ تربيت وٺي، روينيو کاتي ۾ ملازمت ڪندو رهيو پاڻ شادي نه ڪيائون.

سائين حيدر بخش رحه آفيس ٽائيم کانپوءِ پورو وقت، درگاهه شريف تي رهندو هو. اهڙيءَ ريت ڏينهن هجي يا رات سائين پوري چَئين بجي، پاڻ کي دنيا داري جي ڪمن کان فارغ رکي، فقراهه جي خدمت ۽ صحبت ۾ رهڻ کي وڌيڪ اهميت ڏيندو هو.

مون پنهنجي اچڻ وڃڻ دوران ڏٺو ته وٽس، ان دور جا وڏا وڏا صوفي بزرگ ايندا رهندا هُئا. جن مان سائين علي شاهه رحه سهڪجيءَ وارو سيد انور علي شاهه رحه جهانپورو وارو فقير عبدالخالق رحه غمدل رتيديري وارو پڻ غلام سرور مخمور رحه آرائين وارو ۽ سنڌ، بلوچستان، پنجاب جا وڏا نامور بزرگ ساڻس صحبت ڪرڻ لاءِ گهڻي ايندا هئا. اهڙي طرح پاڻ سندن هر قسم جي خدمت سرانجام ڏيندو رهندو هو سندس گفتگو ۾ بي ريا، کروءِ بغير ملاوٽ جي نج ۽ صاف هوندو هو ـ پاڻ عام طور سماع جي عام چونڪين ۾ ڳائيندي ٻڌو نه هيم. بلڪ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي بينڪ ۾ يڪتارو کڻي ڳائيندو هو. سندس آواز مِٺوءِ دلکي وڻندڙ هو سندس ڳائڻ جو انداز جيڪو مون ٻُڌي محسوس ڪيو. ان موجب سائين حيدر بخش رحه راڳ جي پيچيده چاليُون يعني مِينڊ مرڪ ۽ هڪل وغيره کان بينياز رهي، فقط الفاظن جي صحيح اُچار مصراعن جي قافيه رديف کي وڌيڪ اوليت ڏيندي، انهن جي ردمءِ آدائي (گُر) کي تمام دلڪش بنائي وٺندو هو.

سر سهيون ڪيون سر جو ـ ڏٺو جن جمال
ڏٺو تنهِن ڪلال ـ سرڪو سوز گداز جو

ڪلام چوڻ وقت پاڻ نفيءَ جي باب وارن بيتن تي وڏيڪ زور رکندڙ هو. جيڪي اڪثر وحدت نامي جا بيتَ هوندا هئا. پاڻ گهڻو ڪري هي بيت ورائي ورائي چوندو هو.

نفي ڏاران ناهه ڪا - ويراڳي ٻي واٽ
ساميئڙا سر ڪاٽ - تہ اوڏو ٿئين اثبات ڪي

وري جڏهن مٿس اثبات وارد ٿيندي هئي - تڏهن بہ وحدت نامي جا بيتَ ئي ڳائيندو هو جن ۾ هيءَ بيت ڪثرت سان چوندو هو.

اِلا الله اثبات ڪر - جيئن ڪيو منصور
ثابت رهج ثبوت ۾ - ڇڏي فرق فتور
حاصل ڪر حضور - پاڻ پروڙي پنهنجو

سائين حيدر بخش رحہ اڪثر آڌي رات جو اُٿي ڪجهہ وقت هڪ طرف تي ويهي رهندو هو ان ريت راتِ جي پوئين پهر وڏي سوز سان ڳائيندو رهندو هو. مون سندس مُک انهي ڪلام ڪافي پيرا ٻڌو هو جيڪو گهڻو ڪري سُر ڪماچ ۾ هو.

سانون ٿسادي ڏي يار - چنتا لڳ ڪڙي هَئي
بيدل ڇوڙ بزرگي سُجي - پڇُون سهڻي يار دي وَچين — مقطع —
بند حيا شرم دا پڇين - نيٽين ويک نظار
عشقي ديد اَڙي هَئي

بعضي بعضي رات جي آخري لمحي ۾، حضرت محمد محسن المعروف حضرت بيڪس قدس سره جو هي ڪلام وڏي درد گدازَ سان چوندو هو.

خوني خُماري چشمان چُٽن تيون
ڏسڻ ساڻ عاشق تہ ڪيئي گهن تيون

ڪڏي ڪرن سودو سدائين تيون سِر جو — مقطع —
ڏسي طالبُ توهان ڪڏهن ڪينَ مُڙجو
بيڪس سان بازرِ ۾ اُمالڪ اڙن تيون

ڪلام چوڻ وقت سندس چهري تي ڪافي عجيب عجيب ريکائون اُڀرندي ۽ لهندي نظر ايندئيون هيون. مطلب تہ سندس، ذڪر ڪيل ڪيفيت، ڪلام جي مضمون مطابق تغير پذير ٿيندي رهندي هُئي.

هڪ دفعي مون ڏٺو تہ فقير محمد گهوٽو رحہ جيڪو گهوٽڪيءَ جي آس پاس جو رهندڙ هو ۽ طالبن مريدن وارو هو. درگاهہ حضرت بيدل بيڪس قدس سره تي آيو ساڻس فقير الله داد سومرو ۽ ڊاڪٽر فتح علي سومرو جيڪي ان دور ۾ حضرت روهڙي شريف ۾ رهندا هئا. ساڻس گڏ هئا. جيڪي سائين حيدر بخش رحہ سان ملي آچي گڏ ويٺا. عين ان وقت اسانجي آڏو ويراڳ جي چونڪي هلي رهي هئي.

چونڪيءَ دوران راڳي غوث بخش شيخ. جيڪو درگاهہ شاه خيروند قدس سره لڳ رهندو هو ۽ ٻيو راڳي الاهي بخش. جيڪو شهر روهڙيءَ جو ئي رهندڙ هو اُهي ٻئي ويراڳي اڪثر حضرت بيدل ۽ حضرت بيڪس قدس سره جي شاعري ئي ڳائيندا هُئا. ان وقت بہ سرڪار بيدل قدس سره جو هي ڪلام ڳائي رهيا هُئا.

دیس چڈي پردیس تون آئین ـ وطن کیم وسار میان
بیدل اُڏري وچ اوڏانهین ـ گوندر کین گُذار میان......

ٿوري ويرم مس گذري تہ داتا ولايت علي شاهہ قدس سره انباهہ وارو ۽ حضرت عبدالخالق غمدل قدس سره رتيديري وارو آچي پُهتا. معمول مُطابق سماع جي آداب سبب ڪو بہ ماٿهو اُٿي ساڻن ڪونہ مليو اهڙي طرح، پاڻ ٻئي محبوب درويش بہ هڪ پاسي تي آچي ويٺا. ڪلام پوري ٿيڻ شرط سيئي ويٺل ماٿهو اُٿي، تمام نياز نوڙت ۽ محبت سان سان وچي مليا. جيڏي گرم جوشي سندن ملڻ وقت مون محسوس ڪئي. ان جي برابر هن وقت تائين ڪنهن بہ جڳهہ تي محسوس نہ ٿي آهي.

جڏهن سڀ آيل فقير هڪ ترتيب سان ٿي ويٺا. تہ اُتي هڪ ويٺل ماڻهوءَ چيو تہ "ڪو غمدل فقير جو بہ ڪلام تہ ٻڌايو تنهن تي ٻنا ڪنهن دير جي. فقير غمدل سائين چيو تہ "ادا جنهن ڪي سردار بيدل شهنشاهہ جي ڪلام ٻڌڻ کان عذر يا عار آهي. تنهن ڪي ڪنهنجو بہ ڪلام لطف يا فائدو ڏئي نہ سگهندو. اوهان

منهنجي هيءَ ڳالهه ياد رکندا تہ سائين بيدل بادشاهہ بعد، ڪو بہ اهڙو شاعر ٿي نہ سگهندو جنهن جي ڪلام ۾ ايڏو معنوي معراج سمايل هجي. سنوائين آهي تہ اوهان سرڪار بيدل بادشاهہ جوئي ڪلام ڳايو.

اڃان فقير غمدل سائين ايترو ئي چيو تہ، سنڌن واپس روانگيءَ لاءِ هڪ وڏي موٽر ڪار اچي پهتي. ان وقت ٽيئي بزرگ سائين، انور علي شاهہ قدس سره سان ملڻ لاءِ جهانپور شريف روانا ٿي ويا.

سائين حيدر بخش رحہ جي شامَ وارين ڪچهري ۾، مون ڏٺو تہ، حضرت روهڙيءَ جي شريف خاندانن جا حَسين ترين نوجوان، سنڌس ويجهو آچي ويهندا هُئا، جن ۾ اڪثر انگريزي اسڪول جا شاگرد ۽ ڪاليج جا شاگرد بہ شامل هوندا هُئا. سنڌن گفتگو ۾ وڏو اخلاق ۽ قرب هوندو هو.اِهوئي خاص سبب هو جو سائين حيدر بخش رحہ بہ ساڻن بغير ڪنهن حجاب جي ڳالهائيندو رهندو هو سنڌن محفل ۾ اخلاقي پهلوءَ تي ڳالهائيندي ٻولهائيندي، اسڪول ۽ ڪاليج جي مضمونن تي بہ ڀرپور بحث هلندو هو. سيني مضمونن تي بحث دوران، ائين محسوس ٿيندو هو جيئن سائين حيدر بخش رحہ هر هڪ بحث تحت ايندڙ مضمونَ جو وڏي ۾ وڏي اُستاد هُجي "ماشاءَالله". سائين حيدر بخش رحہ جي حلقي ۾ ويهندڙ اڪثر نوجوان وڏن عهدن تي بہ فائز ڏٺا ويا آهن.

سال 1954ع ڌاري سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيل ڪِتاب "ديوان بيدل"، جيڪو فني لحاظ کان ديوان بہ ناهي، چو تہ هِنَ ڪِتاب ۾ ديوان وانگر "الف، بي" وار مڪمل ڪلام نہ آهي. ذڪر ڪيل ڪِتاب سال 1960ع ۾ شڪارپور جي هِڪَ قديم، "مولوي محمد عظيم"، ڪِتاب گهر تان خريد ڪيو هوم. مون ان وقت ئي محسوس ڪيو هو تہ سنڌي ادبي بورڊ جا ڪارڪن ڪيترو عجيب چُست آهن، جو شڪارپور جهڙي علمي ادبي شهر ۾ ڇهہ سال اڳ شايع ٿيل ڪِتاب، ايڏو دير سان پهتو! "ماشاء مولا"

بهرحال مونکي ڪِتاب خريد ڪرڻ سبب تمام گهڻي خوشي ٿي هُئي ۽ انهيءَ ئي ڪيفيت ۾ مون، ذڪر ڪيل ڪِتاب، جنهن جو مؤلف عبدالحسين شاهہ مُوسوي هو روهڙي شريف کڻي اچي سائين حيدر بخش رحہ کي ڏيکاريو پاڻ ڪِتاب وٺي ڪجهہ صُفحن جو معائنو ڪري، بعد ۾ ڪِتاب مونکي هٿ ۾ ڏئي آتي

چند منٽن بعد هڪ قلمي دفتر ڪڍي آيو. جنهن کي وڏي احتياط ۾ ويڙهيو...... خبرداريءَ سان کوليائين ۽ منهنجي طرف مُنهن ڪري چيائين ته "پنهنجي آندل ڪِتاب کي کول....! مون هڪدم ڪِتاب کي کوليو پوءِ جيڪو صفحو کُليو ان جي شايع ٿيل مواد کي ڏسي، ساڳيو ئي مواد جنهن ورق تي لکيل هو سو کولي ڏيکاريائين. مون ڏٺو ته اِهو دفتر، ميان پير محمد قاضي رحه جي هٿ اکرن ۾ لکيل هو ان ذڪر ڪيل دفتر جي هر هڪ تصنيف تي قلمبند ڪرڻ جو سال ۽ تاريخ به لکيل هُئي. هن قلمي دفتر ۽ شايع ٿيل ڪِتاب ۾ زمين آسمان جيڏو فرق ڏٺم. نيڪ روشن هجي ته هن قاضي پير محمد رحه صاحب جي قلمي دفتر کان اڳ پيو ڪو به دفتر هيو ئي ڪونه....! هي دفتر خاص طور مصنف "حضرت بيدل قدس سره جي اڳيان ويهي لکيو هو....! تنهن سبب ئي شايع ٿيل ڪِتاب ۾ تبديليون، اضافا ۽ ڪٽ ست ڏسي مُنجهي پيو هوس. مونکي اُلجهيل ڏسي، سائين حيدر بخش رحه. ڪِتاب جي صفحن هيٺان آخر ۾ لکيل فوٽ نوٽ ڏسنديءَ فرمايو ته "مٿل....! ڪِتابن جي صفحن هيٺان فوٽ نوٽ تي هن قلمي دفتر جهڙا ئي آهن. پر انهن فوٽ نوٽن جي حوالي سان بين بين ماٿهن جا نالا لکي ڇڏيا اٿن پر اِنَ وسيلي به اصل متن واري پڙهڻي اصلي صورت ۾ رکي سگهجي ها....! سائين حيدر بخش رحه ائين به فرمايو ته. هن ڇپيلَ ڪِتابَ ۾، اگر موسوي صاحب سيني دفتر کان اجتباب ڪنديءَ پنهنجو الڳ رويو رکيو آهي - پر گهُر بو ائين هو ته اُنَ اڪيلي ماخذ متعلق چاڻ ڏئي ها...! محسوس ٿئي ٿو ته موسوي صاحب سيني دفترن جي لکڻ کان بي نياز ٿي، پڙهندڙن کي وڏي مغالطي ۾ مبتلا ڪرڻ جي ديده دليري سان، پيري پگهاري آهي.

"ديوان بيدل" ڪِتاب جي هن صورتحال منهنجو ته آرام ئي ڦٽائي ڇڏيو. ٿوري ٿوري ويرم بعد شايع ٿيل ديوان ۽ قلمي دفتر کي ڪڍي ورائي ورائي پيني رهيو هوس. جنهن تي سائين حيدر بخش رحه مونکي جهٽڪ ڏئي چيو "فقير الله لوڪ، ائين ته دفتر کي اٿلائي اُٿلائي شهيد ڪري وجهندين" ۽ بعد ۾ مون کان قلمي دفتر، واپس وٺي. وڃي رکي آيو.

سائين حيدر بخش رحه جي گفتگوءَ جي مطابقت سان سوين مثال پيش ڪري سگهجن ٿا، بلڪ هِتي فقط هڪڙو ئي مثال صداقت طور پيش ڪجي ٿو.

قلمي دفتر موجب هڪ بيت:

الف: احد بيچون چگو نہ - سڀ سي سر نيارا
احمد نانءِ سڏائِس آ ڪي عشقؤن ڪيتس اظهارا
انا احمد بلاميمي آڪيندا - مُڙڪي، دوست پيارا
مار نغارا

سنڌي ادبي بورڊ جي ڇپيل ڪِتاب موجب ساڳيو بيت:

الف: احد بيچون نہ سڀ سي سر نيارا
احمد ناءِ سڏايس آڪي - عشق ڪيتس اظهارا
انا احمد بلاميم - آڪيندا مُرڪي دوست پيارا
مار نغارا - انا الحق نعرا

قلمي دفتر موجب: عشقؤن ڪيتس اظهارا: جي معنيٰ اِها آهي تہ عشق جي سبب، احمد ﷺ نانءِ سڏائي آڇي ظاهر ٿيو.
هن ڏس ۾ چٽل فقير سانگي قدس سره بہ خوب چيو آهي.

لايئہ برھہ بيقراري - هيڪل سگھين نہ ويهي
منظور ڪيئہ مٿي تي - محمد ﷺ جي خاص ديهي

"ديوان بيدل" ادبي بورڊ واري ديوان موجب: عشق ڪيتس اظهارا، جي معنيٰ آهي تہ پنهنجي عشق کي فقط ظاهر ڪيائين. پر اصل متن موجب "پاڻ کي ظاهر ڪيائين" آهي مثال: وهو الظاهر فهو الباطن.

ظاهر بندو باطن مولا - برھہ جي بازي پُرجهي ڪير
پاڻ ڳولهيندڙ پاڻ کي ڳولهي - عشق غيور وڃايو غير
بيدل سر صحي ڪر پنهنجو - سوجهي لُهہ سريءَ جو سير

جيتوڻيڪ سائين حيدر بخش رحہ پنهنجي آخري دور ۾ پيري سبب ڪافي ڪمزور ٿي پيو هو تڏهن بہ هر روز صبح ءِ شامَ جو آهستي آهستي پنڌ ڪندي درگاھہ شريف ۾ سلام ڪرڻ لاءِ ايندو رهندو هو مون پنهنجي سر ڏٺو تہ

پاڻ درگاھ ۾ سرڪار بيدل بيڪس قدس جن جي مزار واري پاسي زري مُبارڪ سان لڳو لڳ بيهي عجيب ڪيفيت سان قرار وٺندو هو نيٺ ته سندس روح ڪي پنهنجي اصلي ماڳ طرف پهچڻو هو.اِنَ طرح هن مرغ ـ لاهوتي. جسم عنصريءَ جي قيد ڪان آزادي ماڻي سال 1991ع ڌاري انتقال فرمايو.

آدم حوا ڪان هيئن تون اڳهين ـ بيشڪ ۾ باهوت
بيدل ڪر پرواز جو سعيو ـ هل موتي ها هوت

نيڪ روشن هجي سندس ننڍو ڀاءُ مولوي سبحاَن بخش رحہ ڪانئس 10 سال اڳ ۾ 1981ع ڌاري گذاري ويو هو. سائين حيدر بخش بعد ۾ انتقال ڪيو نه ڄاڻ ڪهڙي سبب پنهنجي پياري ڀاءُ مولوي سبحان بخش رحہ جي مزار ڪان ڪافي دوريءَ تي دفنايو ويو پر ايترو ضرور ٿيو جو سندس مزار پنهنجي والد ماجد ۽ جد امجد سان لڳ، حضرت بيدل بيڪس قدس سره جي سايي ۾ آهي (ماشاءالله).



# ميان بيگ محمد قُريشي

فقير بابا غلام علي مسرور رحہ جي وصال (سال 1953ع) بعد بہ درگاھ شريف تي اچڻ نصيب ٿيندو ھو جنھن دور ۾ خاص تي شخصيتون جيڪي حضرت قادر بخش بيدل رحہ جي سوٽ ميان عبدالله رحہ جي اولاد مان ھُئا ۽ درگاھ شريف جي رياضت ۾ پيش پيش ھئا. تن سان ملاقات جو شرف حاصل ٿيندو ھو. ذڪر ڪيل شخصن جا اسم گرامي فقير حيدر بخش رحہ ۽ مولوي سبحان بخش ھئا جيڪي ميان غلام لطيف سوم جا فرزند ھُئا. انھن ٻنھي مان فقير حيدر بخش، مولوي سبحان بخش کان وڏو ھو ٽيون شخص جيڪو ان دور ۾ ملاقي ٿيندو ھو ان جو اسم مُبارڪ فقير بيگ محمد ھو. جيڪو ميان امام بخش قريشي صاحب جو فرزند ھو. جنھن جي والد بزرگوار جو اسم گرامي بہ ميان بيگ محمد رحہ ھو جيڪو فقير عبدالله رحہ جو وڏو فرزند ھو. ھي صاحب فقير حيدر بخش ۽ مولوي سبحان بخش کان اڳ درگاھ شريف جو ناظم اعليٰ ھو سندس دور ۾ درگاھ شريف تي ساليانو ميلو ڏياري ۽ ھولي بہ ٿيندي ھُئي ھن ھيٺ ذڪر ڪيل فقير بيگ محمد صاحب سان ھڪ عجيب ۽ اچانڪ خاص ملاقات سکر جي اُنَ وقت واري PWD واري آفيس ۾ بہ ٿي، جِتي مان نوڪريءَ جي تلاش ۾ ويجي نڪتو ھوس اِھا ملاقات سال 1956ع دوران ٿي ھُئي، ان وقت بہ مان سندس خلوص کان بيحد محظوظ ۽ متاثر ٿيو ھوس. جنھن بعد ساڻس باقاعدگي سان ملاقاتون ٿينديون رھنديون ھيون. سندس متعلق ڪجھ يادون منھنجي دل ۽ دِماغ ۾ محفوظ آھن. جن جي واقفيت ڏيڻ لاءِ ڪجھ قدر ڪوشش ڪندي قارئين ڪرام آڏو معلومات ڏيڻ جو قصد ڪيو اٿم.

ميان بيگ محمد صاحب جي ولادت سال 1936ع ۾ ٿي. جيڪو خاص طور انگريزن جو دور هو. ان دور ۾ سنڌ ملڪ جي بمبئي سرڪار کان آزادي ٿي چُڪي هُئي. ذڪر ڪيل دور ۾ انگريزي زبان جي پڙهائي کي اهم ڄاتو ويندو هو ملازمت جي سهوليت به انهن ماڻهن کي ڏني ويندي هُئي. جيڪي انگريزي ٻوليءَ ۾ مهارت رکندا هُئا. ان سبب پڙهائيءَ جي حوالي سان انگريزي ٻولي لازمي طور پڙهائي پوندي هُئي ذڪر ڪيل سلسلي تحت ميان بيگ محمد صاحب ابتدائي تعليم، ثانوي تعليم ۽ اعليٰ تعليم روهڙي ۽ سکر جي اسڪولن ۽ ڪاليجن مان مڪمل ڪئي هئي، اهڙي طرح پاڻ ايم-اي جو امتحان سُٺي پوزيشن ۾ پاس ڪيو هئائين. ملازمت جي سلسي ۾ پاڻ ان دور جي، پي. ڊبليو ڊي کاتي ۾ ابتدائي طور سال 1955ع ۾ اڪائونٽس ڪلارڪ جي عهدي کان آغاز ڪيائين. اهڙي طرح سال 1977ع ۾ اڪائونٽس اسسٽنٽ، سال 1981ع ۾ ڊويزنل اڪائونٽس آفيسر ۽ سال 1990ع ۾ بجيٽ اڪائونٽس آفيسر ٿيو اهڙي طرح پاڻ سال 1996ع ۾ ذڪر ڪيل عهدي تان ريٽائر ڪيائين.

نيڪ روشن هجي ته سائين بيگ محمد صاحب جي ملازمت دوران مان شڪارپور ۽ ان جي آس پاس تعليم کاتي ۾ سنڌي ماستريءَ سان منسلڪ هوس. ان ملازمت جي سلسلي ۾ شڪارپور شهر لکيدر سنڌي اسڪول ۾ اٽڪل ستاويهه سال لڳاتار ڪم ڪندو رهيس، اسانجي عملدارن جون آفيسون انهيءَ اسڪول ۾ ئي هونديون هُيون.

هڪ دفعي منهنجي آفيسر جيڪو مغل خاندان جو هيو تنهن مون کي آفيس ۾ گهرائي چيو ته اڄ سکر هلڻو آهي، سو ڪلاس ڇڏي اچ ته هلون..... هن کان اڳ مون ڪڏهن به ڪنهن آفيسر سان ڪو سفر ڪونه ڪيو هو پر ان مغل آفيسر جي اوچتي حڪم کان ڪنڌ ڪڍائي نه سگهيس. برحال جڏهن سکر جي بئراج روڊ تي آفيس جي نزديڪ پهتاسين، ته مغل صاحب هڪ آفيس ٻاهران گاڏي روڪي. مونکي ساڻ ڪري هڪ آفيس جي ڪمري ۾ وٺي هليو جتي سائين بيگ محمد صاحب کي سامهون ڪُرسيءَ تي ويٺل ڏٺم، سائين بيگ محمد صاحب مون کي آفيس ۾ اچانڪ ڏسندي پنهنجي ڪرسيءَ تان اُٿي اچي مليو. سچ ته ان وقت

مان حيران ٿي ويس، مونکي ڪجهه به سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته مغل صاحب آخرڪار مونکي هِتي ڇا لاءِ وٺي آيو آهي.

سائين بيگ محمد صاحب اسانکي تمام گهڻي عزت ڏينديءَ آڌر رڪيل ڪرسين تي ويهاريو جنهن بعد پنهنجي ڪرسيءَ طرف وينديءَ پرسان رڪيل لوهي ڪبٽ کي کولي ان مان هڪ فائيل ڪڍي ميز تي رکنديءَ پنهنجي پٽيوالي کي سوڏائن جي بوتلن گهرائڻ لاءِ چوندي ۽ ان بعد ڪرسيءَ تي ويهندي فائيل مان ڪجهه ڪاغذ ڪڍي انهن تي لکڻ شروع ڪيو لکڻ جو ڪم مڪمل ڪندي مذڪوره فائيل هٿ ۾ ڪڻي مغل صاحب ڏانهن منهن ڪندي چيائين ته "سائين مهرباني ڪري ته پير مون سان هلو" اهڙي طرح ٽئي ڄڻا آفيس مان نڪري ويا ۽ فوراً ستن اٺن منٽن اندر واپس آيا...... سائين بيگ محمد صاحب ڪجهه بينڪ جا چيڪ مغل صاحب کي ڏيندي ۽ مون ڏانهن رُخ ڪندي چيو ته "مِٺل اڄ روهڙي شريف هَلُ، بعد ۾ شام جو پلي شڪارپور ويجانءِ" پر مون لاچاري ڏيکاريندي ڪانئس موڪلائي ورتو.

اهڙي طرح مغل صاحب ۽ مان آفيس مان ٻاهر نڪري آڇي ڪار ۾ ويناسين. مغل صاحب ڪار هلائيندي مون کي چيو ته "بدوي صاحب! اڄ توکي تمام وڏي هوٽل ۾ هلي ٿو ماني کارايان"

سچ ته مان اهڙن پروگرامن جو هيراڳ نه هُيس. سو ڪانئس معافي وٺندي انڪار ڪري ڇڏيم بس منهنجي انڪار ڪرڻ جي دير هُئي . مغل صاحب ڪار ڪڻي بيهاري ۽ چوڻ لڳو ته "بدوي صاحب مان ٻڌندو آهيان ته اوهان فقيري خيال جا آهيو ۽ جنهن قريشي صاحب (بيگ محمد رحہ) وٽ هلياسين سو به حضرت قادر بخش بيدل رحہ قريشيءَ جي خاندان سان تعلق رکي ٿو..... مون فقيري لقب رکنڌڙ ڪاني ماٺهو ڏٺا آهن. پر ميان بيگ محمد صاحب مونکي ته اڄ صفا حيران ڪري ڇڏيو آهي. بس تنهنجي پڇڻ شرط منهنجي ڪنيل نيڪي جا ڪاغذ ڪڍي مڪمل ڪري پنهنجي پروجيڪٽ ڊائريڪٽر ڪان صحي ڪرائي ورتائين......!

ميان بيگ محمد صاحب منهنجو فائيل آفيسر اڳيان رکندي چيو ته "قبلا اڄُ هن صاحب جي ڪم سان منهنجو اهڙو پيارو ماڻهو آيو آهي، جنهن کي مان واپس

خالي موٽائي ڏنو سگهان“...... مون ڏٺو تہ آفيسر صاحب بہ مرڪندي، بنا دير فائيل مان، بينڪ جا چيڪ صحي ڪري ڏنا“ ”تون تہ اندازو ڪري سگهين ٿو تہ جن چيڪن لاءِ مون پروجيڪٽ ڊئريڪٽر کي پنج لک رپين جي بہ آڇ ڪري چڪو هوس، تاهم بہ اُنَ هِي ڪم نہ ٿي ڪيو. اُهو ڪم بنا پئسي، بنا رنڊڪ بنا دير جي اڌ ڪلاڪ اندر ٿي مليو آهي، ايڏي ساري احسان باوجود بہ تون فقط منهنجي ماني نہ ٿو کائين“.... مون مغل صاحب کي عرض ڪيو تہ سائين جيڪڏهن مان اوهانجي ماني کائيندس تہ گويا اوهان کان ان ڪم جو معاوضو وٺي چُڪو هوندس، تنهن تي مغل صاحب چيو تہ مان ٻڌندو هوس تہ فقيرن کي سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، پر اوهان پنهي همراهن ان جو مثال ڏئي ڇڏيو“

محبت دي مان اوکي سمجهن ڪڏان سياڻي

عاشقاندي چال اُلٽِي قاضي مُلان کيا ڄاڻي

آخرڪار اِنَ چڪتاڻ بعد مغل صاحب ڪار هلائڻ شروع ڪئي ۽ مونکي منهنجي گهر تائين پهچائڻ جو مونکي چيائين. مون کيس عرض ڪيو تہ ”سائين مونکي پنهنجي اسڪول لکيدر هلي پهچايو جِتي مونکي پنهنجي اسڪول جي ٻارن کي ڊراما ۽ ميوزڪ جي ريهرسل ڪرائڻي آهي، نيڪ روشن هُجي تہ ذڪر ڪيل اسڪول ۾ پنجويهہ، ڇويهہ سالَ لڳاتار سنڌي اردو ڊراما، راڳ گانا، حضرت لعل لطيف عليہ رحمت، حضرت سچل سرمست جون ورسيون ۽ عجيب عجيب راندين جا پروگرام تشڪيل ڏيندا هئاسون، هنن پروگرامن ۾ تمام مشهور شخصيتون بہ آچي شامل ٿينديون هيون. مون سان اِنَ ڪم ۾ لائق احترام اُستاد عنايت الله ميمڻ، سنڌي ماستر صاحب بہ گڏ هوندو هو.

سال 1969ع ۔ 1970ع دوران درگاهہ شريف تي ايندڙ ڪيترن ئي درويشن کي خواب ذريعي ارشاد ٿيو تہ درگاهہ تي ايڪويهين جي رات ويراڳ ڪرايو وڃي، ڇاڪاڻ تہ اِنَ رات هِتي لعل شهباز ۽ سنڌس عاشق مست فقير آچن ٿا. هن قسم جي خواب جو ذڪر مولوي سبحان بخش مون سان بہ ڪيو هو. هن دور ۾ ڪجهہ اهڙا مُخير ماڻهو بہ آيا، جن ڌمال جون پيرون ۽ نغارا جيڪي مرمت طلب هُئا ۽ جيڪي ڪيتري عرصي کان مٽيءَ جي تهن ۾ زنگجي ويا هُئا. انهن کي نئين

سرِ تيار بہ ڪرايو . اهڙيءَ ريت ويراڳ جي شغل جو سامان آهستي آهستي مڪمل بہ ٿي چڪو هو- بلڪ ويراڳي شغل منعقد ٿي نہ سگهيو هو.

ذوق سرود پڇو درويشان - بيدر دان ڪل نہ ڪائي

(حضرت بيدل رح)

ميان بيگ محمد صاحب, هي موقعو هٿن کان نہ ڇڏيو ۽ ان وقت جي هلندڙ مهيني ۾ ٿي ايڪويهين جو ويراڳي شغل شروع ڪرايائين ۽ درگاهہ تي هڪ علم شريف بہ نصب ڪرايائين.

نيڪ روشن هجي تہ ذڪر ڪيل دور ۾ ڪيترائي صوفي سڏائيندڙ ملان, ملنگ ۽ ناستڪ پئي ٿيا, اهڙي نازڪ دور ۾ ميان بيگ محمد جو صوفياڻو ڪردار پنهنجي دور جو وڏو ڪارنامو آهي.

بيگ محمد پلارو ـ روهڙي جو تارو.....

وٺي رمز رندي ـ هنيو نينهن نعرو .....

نئين سر نئون ٿيو ـ متي روهڙي رايو

آيا فقير فائق ـ ٿيو صوفي سوپارو.......

سڀ نگا ٿوڙي ـ جهنڊو عشق کي کوڙي

منجهان نينهن نوبت وڃائي نغارو.......

مٿل آ محبت ۾ سنگت ۽ صُحبت ۾

وسي ٿو وحدت ۾ ـ عشق جو اوتارو......

ذڪر ڪيل دور ۾ هڪ دفعي بلوچستان جا ڪجهہ سيد ۽ فقير, سائين بيگ محمد صاحب جي صوفياڻي ڪارنامي ڪان متاثر ٿي, ايڪويهين شريف جي موقعي تي, سندس ديدار ڪرڻ لاءِ آچي پُهتا هُئا, جن ۾ سائين ملوڪ شاهہ, جيڪو حضرت رڪيل شاهہ صوفي فتح پور بلوچستان واري جو قريبي رشتيدار هو. ساڻن گڏ هو. نيڪ روشن هجي تہ سائين ملوڪ شاهہ جي مونسان گهڻي وقت جي ڏيڻ ويٺ هُئي, جنهن سبب آيل سادات ۽ فقير مونسان ئي ويٺي قرب وندي رهيا هُئا, اِن رهاڻ دوران مونکان پڇيائون تہ هِتان درگاهہ جي گادي نشين سان ڪيئن ملجي,

جيسيتائين مان ڪين ڪو جواب ڏيان ئي ڏيان، ته سائين بيگ محمد، هڪ هٿ ۾ چانهه جي ڪتلي ۽ ٻئي هٿ ۾ چانهه لاءِ پيالين کڻي ويجهو ايندي اسان کي چانهه ڏئي اڳتي وڌي ويو. ان وقت ڪيس پيرن ۾ جُتي به پيل ڪانه هُئي. سائين پنهنجي چانهه پيئارڻ واري ڳَرَ ۾ هو عينُ انوقت مون بلوچستان کان آيل همراهن کي اشارو ڪري ڏيکاريو ته......اهو آهي، سائين بيگ محمد، جيڪو اسانکي پياليُن ۾ چانهه وجهي ڏئي ويو. اِهو ئي آهي فقراهي گادي نشين.....! اِهو ٻڌي همراهن کي حيرت وٺي وئي ۽ يڪدم يڪ آواز ٿي چوڻ لڳا "اسان ته تمام گهڻو سيرُ سفر ڪيو آهي پر، هن سائين جهڙي سادگي ڪاٿي به نه ڏٺي آهي.... بعد ۾ سائين ملوڪ شاهه چيو ته جِتي ڪِٿي عام خاص گادي نشين، سيني ماڻهن کان مٿيرو ۽ منفرد ڏٺا ويا آهن! نيڪ روشن هجي ته ميان بيگ محمد ڪڏهن به اهڙو لباس نه پهريو جنهن سبب عام ماڻهن کان مختلف ۽ بدليلُ محسوس ٿئي.

نيڪ روشن هجي ته سرڪار نامدار سائين بيگ محمد کي ڪيترائي دفعا، پنجاب جي دور دراز علائقن ۾ بدلي ڪري پئي موڪليو. پر هي همتدار همراهه پنهنجي ملازمت جي فرض ۽ فقراهي معمول کي اهڙي ته توازن سان برقرار رکيو جو فقراهه کي پنهنجي ڪمي محسوس ٿيڻ نه ڏنائين مثال ايڪويهين جي رات هجي، يا نواب شاهه سڪايل جو عرس هُجي، حضرت بيڪس رحه جو ميلو هجي يا سرڪار بيدل عليه رحمت جو ساليانو ميلو هجي، پاڻ هر وقت هرجا هڪيو حاضر رهي، پورو انتظام خوش اسلوبيءَ سان سر انجام ڏيندو هو. فقراهي شغل دوران، آزان ملڻ ۽ نماز پوري ٿيڻ تائين، ڪجهه وقت روڪي رکندو هو.

بيدل جفا ڪاري نهين ڪڇ هماري اختيار....

ورنه به فهم ـ دوستي فرزانه هُون فرزانه هُون

هڪ دفعي ميلي جي پهرين رات خبر پيئي ته سائين بيگ محمد صاحب جي هڪ پياري نياڻي حادثاتي طور گذاري ويئي، جنهن جو ارمان جملي فقراهه جي دل تي اثر انداز ٿيل ڏٺم پر اِنَ معاملي ۾ جڏهن سائين بيگ محمد سان مليم ۽ ڪجهه قدر ڏک جو اظهار ڪرڻ پئي چاهيم ته پاڻ فرمايائين "مَنل....! ڪيترو ته

خوش نصيب آهي، اُهو روح، جنهن هن روحاني اجتماع جي ڏينهن ۾ وصال ماڻيو آهي" اِهو ٻڌندي منهنجي اکين مان ٻه لڙڪ ضرور وهيا. پر جڏهن سائين بيگ محمد جي مُنهن مُبارڪ طرف ڏٺم ته مون کي بلڪل خوش باش محسوس ٿيو هو.

## جگر شيرَ داري سفر عشق مَ ڪُن

سائين بيگ محمد صاحب ڪنهن وقت چوندو هو ته سرڪار بيدل عليه رحمتہ جُون. مون بندي مٿان بيحد پلايون آهن. پر ڪجهه دوستن جو خيال آهي ته "ظاهري طور بعيت ڪيو" پر مان راقم ان معاملي ۾ هر دفعي خاموش ئي رهندو هوس. پوءِ بعد ۾ خبر پئي ته پاڻ ڪنهن سادات جي چوڻ تي، سال 1976ع ۾ درگاهه جهوڪ شريف جي سجاده نشين وٽ بيعت ڪري آيو. ميان بيگ محمد صاحب پنهنجي موقف تي هميشه اٽل ۽ مضبوط رهندو هو پر جيڪڏهن فقيرَ يا درويش جي چوڻ تي ڪجهه لچڪ رکندي، ڪيس ڪو نقصان به پوندو هو ته خنده پيشانيءَ سان برداشت ڪري وٺندو هو. پنهنجي دوستن ۽ فقيرن جي عزت ڪندو هو ساڳئي وقت تڪليف ۾ سندن هر قسم جي مدد به ڪندو هو.

سرڪار بيگ محمد شب خيز ۽ الله لوڪ انسان هو پاڻ پنهنجي سر روزانو فجر جي آزان کان اڳ اچي درگاهه شريف جو دروازو کوليندو هو ۽ درگاهه ۾ ڪنهڙي جي چند ڦوڪ به پاڻ ڪندو هو. جنهن بعد نغارن تي ڌمال به وڄائيندو هو ان بعد ازان ۽ فجر نماز جو وقت اچي پهچندو هو. پاڻ نماز ادا ڪرڻ بعد، فقراهه لاءِ تازي چانهه ڪٺي آڇي پيئاريندو هو. مون کي پوري طرح ياد آهي، سائين روزانو معمول مُطابق پنهنجي رياضت تي پابند رهندو هو.

حضرت بيدل رحه جي ميلي دوران آخري ڌمال کان اڳ، چادر مُبارڪ، گل ۽ اگر بتيون ڪٺي سامهون واري ٽڪريءَ تي سرڪار قاضي پير محمد رحه جي مزار طرف ويرآڇي سنگ سان وٺي هلندو هو اُتي پهچڻ شرط جڏهن راڳي حضرت بيدل رحه جو ڪلام "يا ڪي وڃي ٿئين يار ڪونڊ ڪيئءَ ڪو خيال اسانجو" سر پهاڙيءَ ۾ ڳائيندا هُئا. ته ڪو به ماٺهو لڙڪن وهائڻ کان رَهي نه سگهندو هو. ائين

محسوس ٿيندو هو ڇاڪاڻ تہ سرڪار بيدل رحہ پنهنجي سر پاڻ محبوب جي وڇڙي ۾ هجر جي هَٺ هٺ ۾ هيهات ڪري رهيو هجي.

جن جي هٿئون ويڙا پرين - تن کان پڇو سُڌ سُور جي

سائين بيگ محمد فرمائيندو هو تہ سرڪار بيدل رحہ جي محبوب جي حاضري نہ پرڻ سبب ميلي جو مزو ئي نہ ايندو آهي.

سائين بيگ محمد کي صوفي فقيرن جي ميلن تي هلڻ ۾ وڏي خوشي محسوس ٿيندي هُئي. ان ڏس ۾ درگاهہ قلندر شهباز قدس سره، جهوڪ شريف، بلڙي شريف، ڀٽ شاهہ، درازا شريف ۾ حضرت انباهہ طرف اڪثر پيرو ڪندو هو. انهن کان علاوه حضرت ٻيدل سائين، سيد انور علي شاهہ جهانپوري، وريل فقير ابڙو فقير غمدل رحہ، حضرت روحل فقير ۾ ڪيترن ئي ساڌو سنتن جي آستانن تي هلندو رهندو هو. روهڙي شريف جي شهر ۾ اُنَ جي آس پاس وارين درگاهن تي سندس خاص وڃڻ ٿيندو هو اهڙي طرح قبلا مير جان محمد شاهہ رضوي ۽ جي درگاهہ شريف تي سندس روزانو پيرو هوندو هو.

سائين بيگ محمد صاحب درگاهہ شريف تي "بزم بيدل بيڪس" جو بنياد رکيو هو. جنهن بعد "بيدل يادگار ڪميٽي" قائم ٿي، جنهن جي ڪارڪردگي محترم اختر درگاهي، ادل سومرو ۽ اياز گل صاحب پيش پيش هوندا آهن. جن جي دلچسپي تحت سرڪاري طور بہ مخير حضرات جو حلقو قائم ٿي چڪو آهي. جنهن ذريعي بيدل رحہ ادبي ڪانفرنس لاءِ ڪانفرنس هال ۾ حضرت بيدل رحہ جي تصنيفات تي از سر نوع اشاعت جو ڪم بہ هلي رهيو آهي.

سائين بيگ محمد جو هر هڪ ملندڙ ماڻهوءَ سان پر خلوص رويو هوندو هو جيڪو بہ ماڻهو ساڻس ملندو هو ان سان بنا فرق ۾ بيلوث طرح مُحبت ڪچهري پڻ ڪندو هو. پر هڪڙي ڳالهہ ڪيس ضرور ناگوار لڳندي هُئي. جڏهن ڪو ماڻهو فقراهہ جي خلاف راءِ رکندو هو پاڻ ان کي چڱي نظر سان نہ ڏسندو هو. اهي طرح ڪجهہ ماڻهو سندس ڪارڪردگيءَ تي خلاف راءِ هوندا هُئا. تن کي فقط

هڪڙو جملو "جنگ کان ٻاهر سپ ڪو سورهيه هوندو آهي" چئي خاموش ڪي ڇڏيندو هو. سائين بيگ محمد سال 1996ع ـ 1997ع دوران ڪجهه قدر بيمار پئي رهيو. ان حالت هوندي به درگاهه جي خدمت رياضت ۽ عُرس مُبارڪ يا ٻين تقريبات ۾ هميشه وانگر مڪمل طور ڪم ڪندو رهندو هو. وصال کان مهينو ڏيڍ اڳ ۾ ڪجهه قدر گوشه نشينيءَ ۾ رهيو جنهن بعد تاريخ 24 آگسٽ 1998ع تي رحلت ڪيائين سندس مزار حضرت محمد محسن بيڪس عليه رحمت جي پيراندي طرف آهي.

سائين بيگ محمد جي رحلت بعد، قريشي خاندان جي با اثر ماڻهن ۽ شهر جي معزز ماڻهن سان گڏ شهر جي ساداتن، سائين بيگ محمد جي وڏي فرزند کي وراثت جي دستار پهرائي جنهن جو اسم شريف غلام نجف صاحب آهي.

ڏون تي ڍن اهي پڃري وچ جيوين تيوين ڪر جاليسون
عرش دا طوطا وچ پڃري دي ـ نال پريت دي پاليسُون
توڙ دوائي جسم دي جائي ـ عشق عُقات اُڏاليون
وقت تنهين ڪر ڪوچ دا سعيا ـ وَل ڪي وطن سنياليسون
(حضرت بيدل رحم)



